....... جنهن ٻارنا سان هي جپ صاحب لکيل آهي سا
ڪاسي اوچي آهي. هن ڪتاب ۾ جيڪي ٻين سنتن جي
واڻين جا اکرا ڏنل آهن اهي ٻيا هن سندر ڪتاب جا اُملهه
ماڻڪ آهن. شل هي سندر پستڪ هر هڪ سنڌي گهر ۾
ٻهڪي. .......

آتمارام منگلاڻي، (آل انڊيا ريڊيو جئپور)

---

....... هن جپ صاحب ۾ سکيائن لاءِ سمجهاڻي جيڪا
ڏنل آهي، تنهن لاءِ ٻروڻ ٻرڪاش ؟ روح کي واهنه ڏيندڙ
روشني بخشي ٿي. شري ٻرمانند جي هن جپ صاحب جي
ٽيڪا، نه رڳو آهڪ الله عطا لاءِ ڪري پڙهڻ ۾ ٻٽ ڏاڍو
لطف پيو اچي. .......

چنڊداس رامچنداڻي،
ايم اي، ايس اي وي، آر اي ايس (رٽائرڊ) اجمير.

---

....... هن قسم جي جپ صاحب جي گهڻي وقت کان
ضرورت پئي محسوس ڪئي وئي جا هيئنر ليکڪ پوري
ڪئي آهي. اميد آهي ته ڪتاب ۾ جيڪي ٻاڀاڪ سکيائون
؟ ليمتي لصدترن ڏنل آهن سي ٻالڪن لاءِ ڪارائتون ثابت
ٿينديون. .......

تاراسنگهه مسڪاڻي بي. اي، ايل ايل. بي.
لا سپرنٽينڊنٽ، اجمير.

---

....... A Sindhi friend whom I gave this book to read, says that it is a wonderful edition of Japji-Sahib and he had never seen such a book before.

**Daryailal Kapoor,** B. A., LL. B.
Retired Sessions Judge (Punjab)

ڪتاب ملڻ جو هنڌ:-
پرمانند آڏواڻي
١٥٥ ٽالاب ڪٽڪي شڪل لکنؤ - ١

# جيپ صاحب لاءِ ڪي چونڊ رايا

........ دل اندر ڀرپور اثر نه شال اوهانجو سنڌ ۾ هتڪ جيپ صاحب وڌيڪ پياسي دلين کي سنتن ۽ سنت ڀڳت جي نزديڪ آڻي ۽ سالڪن کي سچي راهه ڏيکارڻ ۾ اعانت ڪري. ........

## جشن واسواڻي، پونا

........ هن جيپ صاحب جي ٽيڪا لکڻ ڏنا جي سڀني ڌرمن جي سنتن جا حوالا ڏيئي ثابت ڪيو آهي ته سڀني ڌرمن جي بنيادي سکيا ساڳي آهي. انهن ڪري جڳ جي ته آتم گيان ۽ روحاني راز جي ساگر کي ولوڙي ان مان امرت روپي مکڻ ڪڍي، اهو سمورو جيپ صاحب جي ڇوٽي مٽڪي ۾ ڀرپور ڀريو آهي. جنهن کي جيڪي کوليندا اهي ئي ان امرت جو آنند ماڻي سگهندا. ..... ....شري پرمانند آڏواڻيءَ هي پستڪ لکي نه رڳو آتمڪ ۽ ڌارمڪ وچار کان سنڌي سماج جي سيوا ڪئي آهي، پر سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهتيہ جي به سيوا ڪئي آهي. ........

(هندستان اخبار بمبئي، ٢٣ نومبر ١٩٧٠ع)

........ جيپ صاحب جي گهرائي ۽ وشالتا، سليس ۽ سنڌر ڀاشا ۾ اسانجي اڳيان رکي، ليکڪ هڪ ودوان جو فرض ادا ڪيو آهي ۽ سولن (رهبر) ٿي اسان کي روحاني راهه ڏانهن ڪمهڻ جي سڦل ڪوشش ڪئي آهي. سچ پچ هي جيپ صاحب گهاگهر ۾ ساگر آهي. ........

## پرنسپال ڊاڪٽر ٻي ايڇ ٻوراڻي،

ايم اي، پي ايڇ ڊي.

.... هن جيپ صاحب ۾ آڏل گرواڻيءَ جو ارٿ سنڪشيپ ۾ سليس ٻوليءَ ۾ لکيل هن کان اڳ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اهڙو ۽ ان ڍنگ جو ارٿ، ڀارسيءَ جي، ٻين شاعرن ۽ سنتن جي واڻيءَ ۽ حوالن ساڻ آئو نه سڻيو آن. ........

پروفيسر منوهرداس ڪوڙومل ڪلاڻي، (هردوار)

### (٢) دوس رات ڏهه ڏاڏي ڏاڏا کيلي سگل جگت.

دوس معنيٰ ڏينهن يا برهم، جنهن جي ٻهت روشني سان ڪبي آهي. رات يعني پرڪرتي يا مايا، جنهنکي رويڪ رات يا اوندهه سان ڏنو آهي. اهي ٻئي برهم ۽ مايا، ڏاڏو ۽ ڏاڏيءَ وانگر آهن، جي بيشمار جيون کي رات ڏينهن کيڏائين ۽ کيڏائين ٿا يعني دنيا کي هلائي هو چڪا ۽ پراڪرم ٿا ڪرائين.

### (٣) چنگائيئا برائيئا واچيءَ ڌرم حدور.

پوءِ ڌرمراڄ جي اڳيان سندس حاضريءَ ۾ چڱن ۽ برن ڪمن جي پڙتال ۽ حساب ٿو ٿئي.

### (٤) ڪرمي آپو آپڻي، ڪي نيڙي ڪي دور.

انهن ڪرمن جي حساب جي ڦل موجب ڪي مالڪ جي ويجهو آنند ٿا مائين، ته ڪي وري برن ڪرمن ڪري مالڪ کان دور ٿي چوراسي لک جونين ۾ وڃي دک پيا ڀوڳين.

### (٥) جني نام ڌيائيا سي گئي مشقت گهال.

جن سرشت آتمائن دنيا ۾ نام کي ڌيايو ۽ نام جي ڪمائي ڪئي، تن جي محنت مالڪ وٽ قبول ٿي ٿئي ۽ هنن جي جنم مرڻ جي چوراسيءَ جي تڪليفن جو چڪر هٽي ٿو وڃي.

### (٦) نانڪ تي مک اجلي، ڪيتي ڇٽي نال.

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته انهن سڀاڳن جيون جو مک يعني هردو اوجل پرڪاشوان ۽ نرمل ٿو ٿئي. هو نه رڳو پاڻ ترن ٿا پر سندن سنگ ۾ پيا به ڪيترا ئي ڀؤ ساگر مان پار ٿا پون.

اهڙو آهي مهربان ست پرش ديال. فقط آڏڪاري لئي گرو نانڪ صاحب جي پيغام کي هيٺينءَ ٽڪ ٽڪ مان سمجهندو:

"نانڪ نام سمهال (سنڀال) تون بڌا ڇٽيءَ جت"

يعني گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته تون مالڪ جي نام جو سمرن ڪر ته تون جو چوراسي لک جونين ۾ بڌو پيو آهين، تن مان آزاد ٿي مالڪ کي ملين!

جيو پيا ڪيلين. جيون جون چڱايون ۽ برايون ڌرماءِ جي دربار ۾ پيئون واچجن. اهڙيءَ طرح پنهنجن چڱن ۽ برن ڪرمن موجب، ڪي سڄي صاحب کي ويجها آهن ته ڪي دور آهن. جن ست نام کي ڌيايو آهي سي جم مرڻ جي تڪليف ۾ نٿا اچن.

گرو نانڪ صاحب جن کي جيون جي ڪلياڻ لاءِ جيڪي چوٽو هو سو سڀ ٣٨ پوڙين ۾ جپجي چنايائون. پنهنجو سمورو پيغام مول منتر ۾ ڏيئي، ٣٨ پوڙيون انهيءَ پيغام جي سمجهاڻ لاءِ فرمائي، هاڻي پڇاڙيءَ ۾ تاڪيد طور هي سلوڪ ٿو چون ته.

## (١) پوڻ گرو پاڻي پتا ماتا ڌرت مهت.

دنيا ۾ هلائڻ لاءِ جيو کي ٽن شين جي گهرج آهي. هوا، پاڻي ۽ کاڌو. هوا پهريون نمبر ضروري شيءِ آهي جنهن کانسواءِ انسان هڪدم مري ويندو ۽ تنهن کان پوءِ ٻيو نمبر ضروري پاڻي آهي. انهيءَ کانپوءِ ضروري کاڌو آهي. گرو صاحب جن هوا جي پيٽ گرو سان ٿا ڪن ته جيئن هوا کانسواءِ انسان مري ويندو تيئن جيو يعني آتما کي،گرو جي ضرورت پهرين آهي. جيئن هوا دنيا جي ڌنڌ ۽ انڌيري کي دور ڪريٿي تيئن گرو به جيو جي اگيان جي انڌيري يا اوندهه کي دور ٿو ڪري.

هوا کان پوءِ شرير لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت آهي. تنهنڪري پاڻيءَ جي پيٽ پتا يا پيءُ سان ڪئي اٿن، ڇاڪاڻ ته پيءُ جي ويرئه جي قري مان انسان پيدا ٿو ٿئي. پاڻيءَ جو سڀاءُ چنچلتا آهي ۽ هڪ هنڌ نه بيهندو آهي، تنهن ڪري پيءُ جي پيٽ وري من سان ڪئي اٿن جو بيهڪ نٿو ڪائي. استول شرير کي کاڌو ڌرتي ماتا کان مليتو ۽ ٻار کي کاڌو ماءُ کان ملندو آهي ۽ انهيءَ مان شرير هلندو آهي تنهن ڪري شرير روپي ڌرتيءَ کي ماءُ سان ٿا پيٽين.

هڪ گهر مان ٻئي گهر آيس، محض رهيس مهمان،
ٻڌر اُٿون جا لهر اُڀي ٿي، مرني ٿيو مهروان.
سچل کي ڪيو ساعت ساعت، حيرت هن حيران."

سچل سائين جن فرمائين ٿا ته مونکي ارمان آهي ته مان اصلي جا هوس ۽ هن دنيا ۾ اچي وڪارن ۾ ڦاسي، جا مان جا ٿي پيو آهيان يعني سچي سڪي مان ڪرڙو ڪر ٿي پيو آهيان ۽ مالڪ جي حوالي ۾ ٻوڙ لائق نه آهيان.

اصل ۾ مان خود مالڪ جو جزو هوس، هت ڪرڙ ۾ ڦاسي خبر نه آهي ته جا مان جا ٿي پيو آهيان! اصل ۾ مان حق جي ملڪ سچکنڊ ۾ سياڻو هوس. هن دنيا ۾ اچي بيوقوف ٿي پيو آهيان ۽ پنهنجي وطن کي وساري ويٺو آهيان ۽ هاڻي هت سرون ۾ اچي پيو آهيان.

هاڻي سچل سائينءَ جن فرمائي ڄاڻائين ٿا ته، مان اصل ڪير هوس ۽ هو ڇون ٿا ته مان هڪ گهر، سچکنڊ مان نڪري ٻئي گهر يعني هن دنيا ۾ فقط مهمان ٿي آيو آهيان. جيئن ٿوري وقت لاءِ سمنڊ مان لهر اٿي وري سمنڊ ۾ سمائجي ٿي وڃي، ليڪن مان الهي مالڪ روپي سمنڊ مان لهر ٿي ٿوري وقت لاءِ آيو آهيان. مان سچو وقت الهيءَ حيرت ۾ حيران آهيان ته هت جا مان جا اچي ٿيو آهيان؟

## سلوڪ

هن سلوڪ جو تات پرج آهي ته هي جيرا لون سنسار جي ٻاريءَ ڪان ۽ ڪرمن جي چڪر ۽ چوراسيءَ جي ڦيري ڪان سچ نام جو سمرن ڪري ڇٽي پئو. جيڪي الين ٿا ڪن سي ٻاڻ ۾ ٿرن ٿا ۽ ٻين کي ۾ تارين ٿا. هن سرلو جو ٻيءُ آهي هن ۽ ماڻ آهي مادو matter وٺو نفت. پرش ۽ پرڪرتي جيڪا دارو ۽ دائي آهن. الهن ٻنهي جي هٿن ۾ ساري جڳت جا

مالڪ جي ڀو يا خوف جي ڏمڻ ۾ ست نام جي سمرن جو ٽپ ۽ ڀڄن ايپاس روپي هوا ڏمڻ ۾ ڀري، ڀولڙائي ۽ پرهيز روپي ٻاهه کي تيز ڪري، ڀڄڻ وشيه وڪارن کي انهيءَ ۾ جلاءِ.

## (٣) ڀانڊا ڀاءِ امرت تت ڊال.

سون کي ڪٺڻ ڪانهوءِ غير ڪيڏهن لاءِ سون کي ڪٺوريءَ ۾ پيل تيزاب ۾ وجهبو آهي. تيئن لون امرت يعني مالڪ جي پريم ۽ عشق روپي ڌارا جي ڪٺوريءَ ۾ ٻاڻ کي ٽپائي غير کي ڳاري صاف ڪر.

## (٤) گهڙيئي. شبد سچي ٽڪسال.

اهڙيءَ طرح لون سچي ٽڪسال يعني زربخالي ۾ ڪوڙ ڪان صاف ٿي لطيف يا سوکيم ٿيندين ۽ لولي ست نام جو اکر اڪرجي پوندو. پوءِ لون سچو سڪو ٿي ست پرش جي خزاني ۾ داخل ٿيڻ جي لائق ٿيندين.

## (٥) جن ڪئه ندر کرم تن ڪار،
## نانڪ ندري ندر نهال.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته جن تي مالڪ جي مهر ٿي ٿئي ٿن جي ڪمائي بحال ٿي ٿئي. آهي پوءِ ديا جي ڀنڊار پرڀوءَ جي مهر جي نظر سان نهال ٿا ٿين.

سچل سائين هڪ عمدو بيت انسان جي اصلوڪي حالت ۽ هت دنيا ۾ هنجي حالت تي ارمان ڪائي چيو آهي.

"اثر اهو ارمان، چا منجهان هت چا ٿي آيس،
چاڪر ٿيس نه جاڻان چاڪان، صحيح هيس سلطان،
دانهن ڦيرس ديس انهيءَ ۾، هت ٿيس نادان،
ڪرني جاٽي ڪرٽي سچاٽي، اهو مردن جو ميدان،
اصلون ساڻ هت وني آيس، سڳرن جو سامان،

## پئوڙي ٣٨

گرو صاحب جن اڳين پئوڙين ۾ سرت جي استان جو بيان ڏنئي، آخرين منزل سچکنڊ ٻڌايائون. هاڻي ٿوري ۾ سرشٽ کي فرمائين ٿا ته، لون سچو سکو ٿيءُ ۽ پاڻ لاءِ ست نام اُڪراءِ ته سچکنڊ ۾ ست پرش جي خزاني ۾ پوين. هيءَ پئوڙي سڄي جپ صاحب جو سار يا تت آهي، ته ڪيئن هي جيو، سچو صاف ستهرو، سچکنڊ جي ڌڻ وارو، ست پرش جو انش، ڪال جي دنيا ۾ اچي، وشيه وڪارن ۾ ڦاسجي، تمام گندو ۽ گدلو ٿي، طرحين طرحين جا دک ڏسي ورلاپ ٿو ڪري. مالڪ هنکي انهيءَ گند مان ڪيڻ ٿو گهري. سو گرو روپ ڌارڻ ڪري هن جيو يا آتما کي پنهنجي اصل وطن سچکنڊ جو رستو سمجهائي ۽ ڏيکاري ۽ پاڻ سان سچکنڊ ۾ وٺي وڃڻ ٿو چاهي!

ٻار جڏهن مٽيءَ ۾ ويهي راند ڪندي آهي ۽ ميرو گدلو ٿي پيو آهي ۽ روئي پيو، تنهنکي ماتا پهرين صاف ڪري پوءِ هنج ۾ کڻندي آهي، ليڪن هن جيو کي ڪامل گرو پهرين دنيا جي گند کان صاف ڪري، پوترتائي جي پاڻيءَ سان ڌوئي، ڪرمن جا گندا ڪپڙا لاهي پوءِ پنهنجيءَ گود ۾ وهاري ٿو.

هاڻي هن پئوڙيءَ ۾ آتما جا اصل سچي نج pure پوتر صاف سون هئي، آها ڪال جي دنيا ۾ اچي وشيه وڪارن ۾ ڦاسي ڳاڏر يا مٺي سون جو سڪو ٿي پيئي آهي. هن لئي جيڪي سڪي وانگر مٿان سچکنڊ جا اکر لکيل هوا، سي به هي جهڪا ٿي ڌري گهٽ ميٽجي ويا آهن. تنهنڪري سچکنڊ جي خزاني ۾ هي ڪوڙو مٺو سڪو پئجي يا داخل ٿي نٿو سگهي! سو هن جيو کي وري سوڌي، اُجاري ۾ صاف ڪري سچکنڊ جي اکرن جي مهر لڳائڻ لاءِ گرو نانڪ صاحب جن هيٺين ريت يا اُپاءُ

آلماڻون سچ کنهن وچڻ جون اميدوار آهن. جڏهن اهي سچ کنهن
و ٻڌاءُ ن لڌهن سڀئي گتي ملندين.

(٦) سچ کنهن وسيءَ نرنڪار،
ڪر ڪر ويکيءَ نڌر نهال.

هاڻي گرو صاحب جن سڪنهن جو بيان ڪن ٿا. ٻنجن کنهن
مان ٻاڻي ۽ لوڪ ٻولو گنا ۽ سچ کنهن رهيا. ٻولو گنا سڪنهن
جي ڏيئي جا دروازو آهي ٿهڪري اُنهن جـو بيان ڪري
ڪيو الن. سڀ برش جا نراڪار سڪنهن ۾ وسيئو. اهو ڏنال
برش ٻنهنجي رچنا ڏاهي هتان ويلو ڏسي ۽ ٻنهنجي مهر جي
نظر سان سڀ آلمالن جا هسن کي نهال ڀيو ڪري.

(٧) تتيءَ کنهن منڊل ور ٻنڌ،
جي ڪو ڪٿيءَ انت نہ آنت.

سڪنهن جي چرڏاري ڪنهن کنهن، منڊل ۽ برهمنڊ آهن.
جيڪر اُنهن جو بيان ڪندو سو نتط اهرلي چرلدو لـــ هي
ٻي اُنت ۽ ٻي اُنت آهي.

(٨) نتيءَ لوه لوه آڪار،
حو جؤ حڪم توي توڪار.

اُلي بيشمار لوڪ ۽ اُنهن ۾ رهندڙ هدس آهن. سڀ برش
جو جيئن جيئن حڪم ٿئي ٿو تيئن تيئن اُنهن لوڪن جي
ڪاروالي ٿي هلي.

(٩) ويکيءَ وگسيءَ ڪر ويچار،
ناڻڪ ڪٿنا ڪرڙا سار.

هو سچو صاحب سڀ ويچار ڪري ٻنهنجي رچنا ڏسي
ويلو ۽ برسن ٻيو ٿئي. اُنهيءَ سڀ برش جـو ڪٿن ڪرڻ
رڪ جي چئن چپارڻ مثل، ناشدني آهي.

(٢) تنھيءَ جوڙ مھا ٻل سور،
تن مھه رام رھيا ڀرپور.

ھت وڏا ٻلوان، جوڌا ۽ سورھيه يعني ساڌ آلمائون آھن. جي وڌيڪ ليڪ واريون نرمل ۽ طاقت واريون آھن جي رام يعني پار برھم جي شبد ۾ ڀرپور آھن ۽ انھيءَ جي ڌيان ۾ ٿي لين آھن.

(٣) تنھيءَ سيتو سيتا مھا ماھه،
تاکي روپ نه ڪٿني جاھه.

ھت سيتا جھڙيون ستونت آلمائون آھن جي مالڪ جي پيار يعني شبد ۾ جڙيون ۽ رليون پيئون آھن. انھن نرمل آلمائن جي سندرتا ۽ ليڪ، حد کي وڃي پھتا آھن، جن جو بيان ڪري نٿو سگھجي؟

”ھئي لاونتي لنھن کي ٻر ٻرچي سيتل ڪيو،
لوھت تن لابن جي، رھي نه ھڪ رتي،
جاڻ وڃائي پھنجي، محبت منجھه متي،
پاڻي پران پتي، سامي لڌي لاڏ ۾.“

(٤) نا اوھه مرھه نه ناگي جاھه،
جن کيءَ رام وسيءَ من ماھه.

اھي ساڌ گت آلمائون نڪي مري، نڪي لڳجي سگھن ٿيون ۽ آنند پيئون ماڻين. ھت من آھيٽي ڪوله جو ھمن کي لڳي سنسار ۾ آئي. ھمن جي اندر ھميشه پار برھم جو شبد پيو وسي.

(٥) تنھيءَ ڀڳت وسھه کي اوءَ،
ڪرھه آنند سچا من سوءِ.

ھت اھي ڀڳت ڪيترن ئي لوڪن ۾ وسيل آھن ۽ آنند پيا ماڻين. انھن کي اندر ۾ ست پرش ياد آھي ڇاڪاڻ ته اھي

سندو ۽ موهيندڙ آهي، جنهن جو بيان لفظن ڪري سگهجي؟ جيڪو اهڙيءَ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو سو آخر شرمندو ٿي پڇتائيندو.

(٤) تنهنءَ گهڙيءَ سرت مت من بڌ،
تنهنءَ گهڙيءَ سرا سڌا ڪي سڌ.

هتي جيو جي سرت جي سمه ٿي ڳوڙهي يعني هنڪي سمه ٿي حاصل ٿئي ۽ من جي ٻڌ ٿي ڳوڙهي ۽ ديوانن ۽ سڌن واري سڌ ٿي لهي. هت اوم جو شبد ٻڌي آتما ڪي پرم روحاني دنيائن جي خبر ٿي پوي.

## پوڙي ٣٧

اڳيان ترڪٽيءَ جو حال بيان ڪيائون. هت سن جو بيان ٿا ڪن جتي سچدانند سرت جو آنند يعني ٻل ڪماليت کي لهي پهچي ۽ سرت پوري سچدانند ٿي ٿئي. (گيان ۽ آنند هيٺين استانن يعني سهس دل ڪنول ۽ ترڪٽيءَ ۾ پراپت ٿيا هوس.)

(١) ڪرم کنڊ ڪي باڻي جور،
تنهنءَ هور نه ڪوئي هور.

هتي جو شبد اڳين ٻڌايل کنڊن جي شبدن کان وڌيڪ زور ۽ ڪشش وارو آهي. هتي من جو زور اصل نه آهي آتما مٿان ڪو به پردو نه آهي (آتما مٿان ٽي پردا يا شرير آهن استول، سوکشم ۽ ڪارڻ. استول پردو مرت لوڪ ۾ مرڻ وقت لهندو، سوکشم پردو سهس دل ڪنول ۾ لهندو ۽ ڪارڻ شرير ترڪٽيءَ ۾ لهندو ۽ من پنهنجي اصل ديش برهم سان وڃي ملندو. سن ديش ۾ آتما مٿان ڪو به پردو ڪونهي ۽ اڪيلي من هن سان گڏ آهي.)

(٢) تنّهيءَ جوڌ مهابل سور،
تن مه رام رهيا پرپور.

هت وڏا بلوان، جوڌا ۽ سورهيہ يعني ساڌ آتمائون آهن.
جي وڏيڪ تيج واريون نرمل ۽ طاقت واريون آهن جي رام
يعني پار برهم جي شبد ۾ پرپور آهن ۽ انهيءَ جي ڌيان ۾
ني لين آهن.

(٣) تنّهيءَ سيتو سيتا مهما ماهہ،
تاکي روپ نہ ڪٿني جاهہ.

هت سيتا جهڙيون ستونت آتمائون آهن جي مالڪ جي
پيار يعني شبد ۾ جڙيون ۽ رتيون پيئون آهن. انهن نرمل
آتمائن جي سندرتا ۽ تيج، حد کي وڃي پهتا آهن، جن جو
بيان ڪري نٿو سگهجي؟

”هئي ٿاونتي لهن کي ٻر ٻرچي سيتل ڪيو،
لپت تن تاپن جي، رهي نہ هڪ رتي،
چاڙ وچائي پهنجي، محبت منجهہ مٽي،
پائي پران پتي، سامي لڌي لاڏ ۾.“

(٤) نا اوهہ مرهہ نہ تاکي جاهہ،
جن کيءَ رام وسيءَ من ماهہ.

اهي ساڌ گت آتمائون نڪي مري، نڪي ڄمي سگهن
...ون ۽ آنند پيئون ماڻين. هت من آهيئي ڪونہ جو هن کي
...ي سنسار ۾ آڻي. هن جي اندر هميشہ پار برهم جو شبد
وسي.

(٥) تنّهيءَ پرگٽ وسهہ کي اوءِ،
ڪرهہ آنند سچا من سوءِ.

هت اهي پرگٽ ڪيترن ني لوڪن ۾ وسيل آهن ۽ آنند پيا
... انهن کي اندر ۾ ست ... ياد آهي جاڪاڻ تہ اهي

سندو ۽ موهيندڙ آهي، جنهن جو بيان اڳ ڪري سگهجي؟ جيڪو اهو ء بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو سو آخر شرمندو ٿي پڇتائيندو.

(۴) تنهن ء گهڙيءَ سرت مت من ٻڌ،
تنهن ء گهڙيءَ سرا سڌا ڪئي سڌ.

هتي جيو جي سرت جي سمه ٿي گهڙجي يعني هڪ ئي سمه ٿي حاصل ٿئي ۽ من جي ٻڌ ٿي گهڙجي ۽ ديوالس ۽ سڌن واري سڌ ٿي ٿوي. همه اوم جو شبد ٻڌي آتما کي ٻره روحاني دنيائن جي خبر ٿي پوي.

## پوڙي ۳۷

اڳيان ڪرکنيءَ جو حال بيان ڪيائون. همه سن جو بيان ٿا ڪن جتي سچ الله سرت جو آلد يعني ٻل ڪماليت کي ٿو پهچي ۽ سرت پوري سچ الله ٿي ٿئي. (گيان ۽ الله هيٺين استان يعني سهس دل ڪنول ۽ ڪرکنيءَ ۾ پرابت ٿيا هوس.)

(۱) ڪرم کنڊ کي باڻي جور،
تنهن ء هور نه ڪوئي هور.

هتي جو شبد اڳين ٻڌائين کنڊن جي شبدن کان وڌيڪ ٻرمل ۽ ڪشش وارو آهي. هتي من جو زور اصل نه آهي آتما مٿان ڪو به پردو نه آهي (آتما مٿان ٿي پردا يا شرير آهن استول، سوکشم ۽ ڪارڻ. استول پردو مرت لوڪ ۾ مرڻ وقت لهيٿو، سوکشم پردو سهس دل ڪنول ۾ لٿو ۽ ڪارڻ شرير ڪرکنيءَ ۾ لٿو ۽ من پنهنجي اصل ديس برهم سان وڃي مليو. سن ديش ۾ آتما مٿان ڪو به پتو ڪونهي ۽ آڪي من هن سان ڪڏ آهي.)

## پوڙي ٣٦

اڳين پوڙيءَ ۾ سرت جي ڀهرين منزل، سهس دل ڪنول جو بيان فرمايائون. هتي ان منزل ترڪٽيءَ جو ڀيد ٿا ٻڌائين. سرت جون ٻه مکيه نشانيون آهن، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ. سهس دل ڪنول گيان کنڊ آهي. اتي جا شبد گهنڊ ۽ سنک ٻڌا ويا ۽ جوت ترنجن جو درشن مليو ۽ گيان جو گل کليو يا ٽڙيو، زبان ۽ ڪن ڪليا، سرت شبد ٻڌو ۽ منجهانس ئي اهو شبد نڪتو. روح سان ڌيان ڪيائين ۽ وڏو آنند مليس، پر وڌيڪ آنند جي جاءِ اڃا اڳتي آهي. جتي آنند ڌام ملندس ۽ روپ کلندس ۽ اکيون ترنديس. اهو بيان هن پوڙيءَ ۾ ٿا ٻڌائين. ڀهرين ست سهس دل ڪنول يعني گيان کنڊ بابت آهي ۽ باقي ٻيون ستون ترڪٽيءَ بابت آهن.

**(١) گيان کنڊ مهه گيان پرچنڊ.**
**تتيءَ ناد ٻنود ڪود آنند.**

گيان کنڊ ۾ گيان جو پرڪاش آهي جو اگيان کي ناس ڪري. هتي ناد جو خوشي ۾ مها آنند ڏيندڙ شبد ٻڌڻ ۾ ٿو اچي جنهن ۾ سرت کي وڏو آنند ٿو ٿئي.

**(٢) سرم کنڊ کي باڻي روپ،**
**تتيءَ گهاڙت گهڙيئيءَ بهت انوپ.**

سرم کنڊ يعني سک جو کنڊ يا ترڪٽي. هتي جو جيڪو شبد آهي سو تمام موهڻو، سندر ۽ دلڪش آهي ۽ هتي جي جيڪا بناوت ۽ شيون آهن سي تمام موهيندڙ ۽ سندر آهن.

**(٣) تاکيئا گلا ڪٿيئا نا جاهه،**
**جيڪو کهي پڇي پڇتاءِ.**

هتي جون ڳالهيون ۽ هتي جي ڪيفيت يا بناوت اهڙي

آلما سڇدانند يعني سچ، چت ۽ آنند آهي. ست معنيٰ زور. چت يعني گيان ۽ آنند اهي آلما جا سروپ آهن. گي ڪماليت وٺي ٿو سهس دل ڪنول ۾، آنند لڳي ٿي ۾ ۽ سد يا سچ سن ۾. هن پوڙيءَ ۾ گيان جو ورنن ڪيل آهي. سهس دل ڪنول کي گرو صاحب جن گيان کنڊ ڪري سڏيو آهي

(۱) ڌرم کنڊ کا ايهو ڌرم،
گيان کنڊ کا آکهه ڪرم.

اسانجي هن استول دنيا کي گرو صاحب جن ڌرم کنڊ ڪري ٿا سڏين، جنهن ۾ ڪرمن موجب حساب ڪتاب ٿئي ٿو ۽ ڦل ملي ٿو. انهيءَ کنڊ يعني هن دنيا ۾ اسانکي ڌرم موجب هلڻو آهي، جو گرو صاحب جن اڳئين ۲۴ پوڙيءَ ۾ ٻڌايو آهي. (ڌرم معنيٰ اهي ڪم، فرض ۽ هنر. جي ڪرم پوميءَ يا مرت لوڪ جي اسڪول ۾ سکڻا آهن.) گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته ڌرم کنڊ جون خاصيتون ٻڌائي، هاڻي گيان کنڊ جي حالت ٻڌائي ٿي وڃي.

(۲) ڪيتي پوڻ پاڻي ٻئسنتر، ڪيتي ڪان مهيس.
(۳) ڪيتي برمي گهاڙت گهڙيئهِ،
روپ رنگ ڪي ويس.

هن سهس ڪنول جي رچنا اسانجي هن دنيا کان وڌيڪ سندر آهي. اتي سندر هوا، سندر پاڻي، سندر اگني يعني سندر روشنيون آهن. اتي اسانجي استول دنيا کي هلائڻ وارا وشنو، مهيش آهن. اتي برهما طرحين طرحين رنگن جا گهڙا پيو ٿاهي. هتي جي رچنا مها سندر، دلڪش ۽ رنگ برنگي آهي.

(۴) ڪيتيا ڪرم پومي، ميرُ ڪيتي،
ڪيتي ڌُو اُپديس.

سڀ اڳوا ڏسوين دوار آهن جن مان سڀڪنهن ۾ هڪ جو رستو لنگهي ٿو. (ڏسو چڪرن جو نقشو) انهن مان ڇهين دل ڪنول جو بيان هن ڀاڱي ۾ ڪيل آهي ۽ ترڪٽي جو ٣٦ ڀاڱي ۾ بيان ڏنل آهي. مٿين پنجن لوڪن مان ۾ لوڪ آهن سرت جي ديش جا يعني ڀولر گپا ۽ سچ لوڪ. انهن ان ۽ ديال ديس جي باقي ڇهن لوڪن کي، سڀ گڏي سڀڪنهن ڇولدا آهن. انهي جو بيان زبان سان ڪرڻ جو نه آهي، لنهڪري انهيءَ جو گرو صاحب جن اوزن لفظن ۾ اشاري طرح ذڪر ڪيو آهي "سچ کنڊ وسي نرنڪار." پنجن لوڪن جا شبد آهن. (١) گهنڊ ۽ سنکر (٢) بادل جي گرج ۽ مردنگ (٣) ڪنگري ۽ سارنگي (٤) بنسري يا مرلي (٥) بين. انهن شبدن مان جي نام اچن ٿا سي آهن نرنجن، اوم، ررن يا رونگ اڳوا رام، سوهنگ (اناالحق)، ست ست (حق حق). سچن طالبن کي ياد ڪرڻ گهرجي نه ترڪٽيءَ جهڙا ننڍي اسٿان ۽ اوم جهڙا برلاق، سرت جي جاءِ يعني ليسري تل کان هيٺ پنڊ ۾ اهن آهن. لنهڪري ڪي جوڳي ماڻهن کي اوروڻي اپاس ڪرائي سان ڪر هيٺيون پنڊ وارو استان ڏيکاري ڇولدا آهن ته هي ترڪٽي آهي. اهڙيءَ طرح سرير جي بلڪل هيٺين ڀاڱن ۾ جو روشني ڏيکاريندا آهن. جنهن کي هو جوت چون. انهن لئي اصل پسيالڻ نه گهرجي. اهڙا ديندار سرت کي هيٺ ڪيرائيندا آهن ۽ نه مٿي چاڙهيندا. سنتن جا سڀ استان سرت جي جاءِ کان گهڻو مٿي آهن. جوڳين جي اڻا سن آهي جا برهمنڊ جي ٽري ۾ آهي. سنتن جي سن (دسوين دوار) برهمنڊ جي چوٽيءَ تي آهي. جوڳين جي بدن ۽ مارگ ۽ سنتن جي بدن ۽ مارگ ۾ بلڪل وڏو ويڇو آهي. لفظن تي ڀلجڻ نه گهرجي. البت ڪو ڪامل پرش تي سنتن جا لوڪ ۽ شبد اندران ڏيکاري ۽ ٻڌرائي سگهي ٿو. ان حالت ۾ انهن جو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ بلڪل ناشدي آهي.

"اِس ديهي کو سمري ديو- سو ديهي ٻج هر کي سب...
"ڪبير مانش جنم دراپ هئي، ملي نه بار مب...
جيون بن ڦل پاڪي پون گري، ڀور نه لاڳي ڏار
"ملي نر ديهه اهه لمڪو، ٻانو ڪاج ڪڇ اپنا،
ٻچو مت آءِ اِس جگ ۾، جانيو رئن ڪا سپنا."
"ڏنڍي ڏاوت جگ بانڌيا، نا ٻوجي بيچار،
جنم مرن وساريا، ممڪ مگد گدوار."

(۴) ڪنهن ماڻهو جو گهر هجي ريلوي لائين يا ريل جي وستي سان لڳو لڳ، پر انهيءَ گهر جي پرسان ڪا به ريلوي اسٽيشن ڪانهي. هنکي وڃڻو آهي ۱۰ ڪوهه اُتر پاسي، پر اسٽيشن آهي ۴ ڪوهه ڏکڻ پاسي. هن کي ريل ۾ اسٽيشن تان چڙهڻو آهي. ٻيو ڪو به رستو پنهنجي منزل تي پهچڻ جو نه اٿس. تنهن ڪري لاچار ۴ ڪوهه ابتو ڏکڻ ڏانهن وڃي، هو پوءِ اسٽيشن تي پنهنجي ريل ۾ چڙهندو. اهڙيءَ طرح هيءَ ڌرتي ۽ هي منش سرير، جيو جو مالڪ ڏانهن هلڻ لاءِ ڪارروائي ڪرڻ جو اِستان يا گهاٽ (Plane of operation) يا اسٽيشن آهي، جتان هنکي پنهنجي منزل تي پهچڻ لاءِ چڙهڻو آهي.

## پؤڙي ۳۵

... متي فرمايائون ته جن تي مالڪ جي مهر ٿي ٿئي، تن کي ... شبدن جو ڀيد تو ملي ۽ انهن جي پٽ ولي هو سـ... تا پهچن. هن پؤڙي کان ولي ۳۷ پؤڙيءَ تائين پنجن ... جا ڀيد تا ٻڌائين. جتان اِهي پنج شبد اچن ٿا. برهمنڊ ۾ ...ڪ آهن جن مان ٽي هيٺيان ديس آهن جي سچن ... لاءِ ڪم جا نه آهن ۽ ضروري نه آهن. اهي آهن شو، ... وشنو لوڪ. باقي ٻي، سهس دل ڪنول، ترڪٽي ۽

مُڪت لڳو ٿئي ؟ وري جنم مرڻ جي ڦيري ۾
ڪو اچي. اُهي سچي سائين جي درٻار ۾ آهي تا وڃن جنهن ڪي
گرو جي سمجهايل جڳتيءَ سان نام جپي اچي ٿا پهچن. ٻئن
ٿي ڪين اُهيءَ راز جي سڌ ٿي پوي !

حاصل مطلب:- جيڪو هن دنيا ۾ چڙهيو آهي ته ڇا ڪري
اُس؟ اُهيءَ پرولي جو جواب هنن لفظن ۾ پورو پورو ملي ٿو.

(١) مالڪ وٽان هڪ ٿي سڳيو شبد اڪرائڻو جنهن مان
شبدن جا آواز پيدا ٿي نڪرن رستي هن جيو جي اندر وڃن ٿا.
اِهوئي هڪ رستو مالڪ جو ڳاڻيل هن ؟ قبول پيل آهي
جنهن رستي ٿي جيو مالڪ وٽ سچکنڊ ۾ پهچي لڳو. جيئن
مالڪ وٽان دنيا جي اچڻ جو جو رستو ماءُ جي پيٽ رستي
آهي ليڪن مالڪ وٽ موٽي وڃڻ جو هڪ ئي رستو، شبد
رستي آهي.

(٢) "آيا سڀ پڙهڻ ڪون ٻالي" ليکن
"نام وسار لڳهه اُن لالچ، برٿا جنم براٿي."

اِنسان هت ٻاڻي يا شبد پڙهڻ آيو پر نام کي وساري اليڪ
لالچن ۾ لڳي هن پنهنجو جنم برباد ڪري ڇڏيو.

(٣) سنتن موجب اسانجي سورج منڊل ۾ سڀني گرهن مان
اسانجي ڌرتي تي سورج لسبت اعتدي هنڌ رکيل آهي جتي
منش شريف اشرف المخلوقات پيدا ٿي سگهيو. سچيءَ وچا
جو نتيجو پر پورو پتمالو، ماپ پسا لشو جنهن ۾ ١٨ چڪر-
پتيءَ برهمنڊ ۽ ديال ديش هرهڪ جا ٦ ڀاڱا آهن. (ڀڙڪي ٣٥)

اِهو منش جنم ئي آهي، جتان جيو سچي صاحب کي ملي
سگهيو. جنهن ڪري هنجي سنتن جي ٻاڻيءَ ۾ مهما آهي.
اِنجيءَ اِنسان جي جنم کي ڪرهڻ هڪ لمام ڀاري ڇيڙو سنتن
ڄاڻايو آهي. خود برهمنڊ جا جيو جڏهن ديهه منش ڇڏلي ۾
اچي ٿا تڏهن هو سڀ لوڪ ۾ وڃڻ جا لائق ٿين ٿا.

## (٥) ٽٽي سوهڻ پنج پرواڻ،
## ندري ڪرم پويءِ نيشاڻ.

اُنهيءَ مالڪ جي دربار ۾ پنج منسا، منوهر، سهڻا شبد قبول پيل آهن يعني مالڪ وٽ پهچڻ جو هڪڙو واحد پنجن شبدن وارو رستو، جو خود مالڪ ٺاهيو آهي سو سونهين ٿو.

جنهن تي مالڪ ديا مهر ڪندو اُنهيءَ کي ئي، اُنهيءَ رستي جو نشان پتو ملندو. جڏهن مالڪ مهر ٿو ڪري تڏهن جيو کي سچي گروءَ جو پتو ٿو پوي، جو هنڪي سچي سائينءَ جي رستي جا نشان پتا ۽ اُتي جي وڃڻ جو ڏس يا جڳتي ٿو ٻڌائي.

"جا ڪي مستڪ ڪرم پرڀ پائي، ساڌ سرن نانڪ تي آئي."

جنهن جي قسمت ۾ هوندو سو ئي سچي ستگرو جي شرن ۾ ايندو.

"واڄي پنج شبد، تت گهر سڀاڳي،
گهر سڀاڳي شبد واڄي، ڪلاجت گهر ڌاريا،
پنج دوت تدوس ڪيتي، ڪدا چت گهر ڌاريا."

اُهو ئي جيو سڀاڳو آهي جو پنهنجي اندر ۾ پنج شبد ٻڌي ٿو. شبد ئي ڪام، ڪروڌ وغيره کي جيو جي وس ۾ آڻيندو.

"پنچي شبد اناهد جا واڄي، سنگي سارنگ پاڻي،
ڪبير داس تيري آرتي ڪيني، نرنڪار نرباڻي."

"خاموش پنج نوبت بشوز آسماني" (شمس تبريز)

خاموشيءَ سان پنج نوبتون يعني شبد پنهنجي اندر ۾ ٻڌ.

## (١) ڪچ پڪائي اوتيءَ پاءِ، نانڪ ڳنيا جاپيءَ جاءِ.

جيڪي ڪچا آهن، سي هت پڪائي ڳا پائين. انسان جو شرير ڪچي ڪوزي وانگر آهي، ٽهي پيو ۽ ٻهي پيو يعني جيو جمي پيو ۽ مري پيو، پر جڏهن هي جيو مالڪ جي دربار سچ کنڊ ۾ پهچي ٿو تڏهن هو اُتي

پاڻي پاتال بنايا. انهن جي وچ ۾ هن ڌرتي يعني هيءَ مرت لوڪ قائم ڪيو، جو هڪ ڌرمسالا يا مسافرخاني مثل آهي. جتي جيئن ماڻهو مسافرن وانگر ٿورو وقت رهي آرام ڪري دنيا ويندا آهن تيئن جيو هتي دنيا ۾ ٿوري عمر پوري ڪري هليا ٿا وڃن.

"جمله مهمانند در عالم وليڪ،
ڪم ڪسي داند، ڪه او مهمان ڪيست" (مولانا روم)

دنيا ۾ سڀ مهمان آهن پر اسانکي خبر ڪي ڪانهي ڪـ مهمان ڪم آهي جو جلد دنيا مان لڏيندو؟

"نور باقيست ڪه آن نور خدا ست،
نور فاني صفت جسم و حس." (مولانا روم)

خدا جو نور يا جلوو ئي سچو آهي يعني خدا امر آهي؛ انسان جي شرير جو جلوو شان شوڪت سڀ فاني آهي.

"يهه دو دن جيون دنيا ڪا، ڪيا شاهه امير وزير ڀئي،
پل ڇن ۾ ڪوچ نگارا هئي، جب موت نئي آ ڪر پڪڙ ليا."

(٣) تس وچ جيئن، جڳت ڪي رنگ،
تن ڪي نام انيڪ اننت.

انهيءَ ڌرتي تي ڪيترن ئي قسمن جي رنگن جا، روپن جا، شڪلين جا ۽ انيڪ نالن جا بيشمار جيو آهن،

(٤) ڪرمي ڪرمي هوهِ ويچار،
سچا آپ سچي دربار.

جهڙو جيڪي ڪرم ڪرينو انهيءَ موجب هنجي ڳل جو ويچار مالڪ وٽ ڪيو ٿو وڃي. اهو مالڪ پاڻ سچو آهي، هنجي دربار ۾ پوري سچي ۽ انصاف واري آهي. اتي انڌير ڪونهي. دير آهي پر انڌير ڪونهي.

ڪري ويندو ڏسي. گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته مالڪ وٽ ڪير به اُتم يا نيچ نه آهي.

”جاتِ پاتِ پڇي نه ڪوءِ - هرڪو ڀڄي سو هرڪو هوءِ“
(پلٽو صاحب)

جيڪو مالڪ جو سمرن ڪريٿو سوئي اوچي ذات جو آهي. مالڪ جي دربار ۾ ڪير به ذات نٿو پڇي.

”عملان اُتي هون نبيڙي، ڪڙيان رهينگيان ذاتان“
(بلي شاهه)

مالڪ وٽ ڪرمن موجب فيصلو ٿو ٿئي ۽ نه ذاتين موجب.

”پلٽو اوچي ذات ڪا، مت ڪوئي ڪري اهنڪار
صاحب ڪي دربار ۾، ڪيول ڀڳتي پيار.“

ڪير به اوچي ذات جو اَهنڪار نه ڪري. مالڪ جي دربار ۾ ڀڳتيءَ ۽ پيار کي ئي عزت ۽ مان آهي دنيا جون ذاتيون اُتي ڪنهن به ڪم جون نه آهن.

## پوڙي ٣٤

مٿين پوڙين ۾ فرمايائون ته دين آڏين يعني ڏهڙو ۽ لماڻو ٿيءَ ۽ پنهنجي ال جو هسڪ ته ڪر. هاڻي هتي سرس ڪي فرمائين ٿا ته مرليو لوڪ، ڪرم ڀوم روپي مڪتب ۾ آيو آهين. هسڪ آيو آهين ڪٿي مان ڀڪو ٿيڻ. اليٽي لوڪي شبد جي واٽ ملندي. مهر ۽ ڪرپا هسڪ ڪري آلڪي لکڻي، سڀ لوڪ ۾ هل.

(١) راتي رُتي ٿتي وار، پوڻ پاڻي اگني پاتال.
(٢) تس وچ ڌرتي، ٿاپ رکي ڌرم سال.

سڀي ڪرتار، راليون، مندون، ٿتيون، ڏينهن، هوا،

ڏٺو جو ٻل التون، اسان ۾ سچيءَ ٻرارلتا ڪرڻ جي ۾ شڪتي نه آهي ۽ دان ڏٺا جي ۾ طاقت نه آهي؟ "للالي لـ لهن نه ۾ پور لبلاليم" (شاعر صاحب).

"ستگرو سوري ڪان مل جاري" ستگرو جهڙي شيرا ڪهڙي نه ماالڪ ملندو. ستگروءَ جي شيرا ڪيڏي آهي؟ لسام جوي الدر ۾ ستگرو جي چرڻ تاڪين پهچڻ.

(٢) حور نه جيوڻ، مرڻ نهه جور،
حور نه راج مال من سور،

پهنجي طاقت ۽ مرضيءَ موجب ڪير جيئرو نٿو رهي سگهي؟ جيڏي رهڻ جي ـ طاقت اسان ۾ ڪانهي، اڪي مرڻ ڪنهن جي وس ۾ آهي. راج ۽ مال من هي ڪري من ۾ شور ۽ من مستي لي لئي، لن سان ۾ لرلڪار لي ڪر زور ڪر علي سگهي؟ "ڪلپنه ڪروڙي، ڪيا جيو جهان جا."

"مورک چڏ گمان (اپمان) ڪابا مابا ڪل جو."
"من ري ڪيون ڪمان اب ڪرنا،
لن ار لبرا ساڪ مليڪا، چوراسي جا چڙهنا" (سوامي جي مهاراج)

(٣) جور نه سرتي گيان ويچار،
جور نه حڪتي ڇتيءَ سنسار.

زور جي رستي ڪير ۾ سرت يعني ڏيان، گيان ۽ ويچار ڪرڻ وارو لي لنو سگهي. يعني انـدروني آتما جو بيد ۾ پهنجي زور يا بل سان ڪير ۾ حاصل نٿو ڪري سگهي؟ سنسار ڪان ڇٽڻ جي رسه ۾ ڪنهن جي وس ۾ نه آهي؟

(٤) جس هٿ حور، ڪر ويکيءَ سوءِ،
نانڪ اتم نيچ نه ڪوءِ،

جنهن مالڪ جي هٿ ۾ زور آهي سو سڀ ڪجهه لاهي

سگهيٿو ته تون مالڪ جي ارادن پوري ڪرڻ لاءِ هڪ آڃاءُ آهين؟ جيئن مهاڀارت ۾ ڪرشن ڀڳوان، نالي ماتر ارجن کي ڪٺو ڪيو هو، پر حقيقت ۾ هو پاڻ جنگ ڇيڙيندڙ ۽ سڀ ڪم ڪندڙ هو. تون فقط نالي ماتر آهين ۽ البت پتر ڪين آهين پر ڇيتن آهين! نوڪي ڇوٽ اڇا بس بخشيل آهي ۽ نوڪي ڪي ڪم مالڪ جي مرضيءَ موجب ڪرڻا آهن ۽ نه هن جي مرضيءَ جي برخلاف. جي مالڪ جي اڇا پٽاندڙ ڪم ڪندين ته سولائيءَ سان پنهنجو ڪم ڪري سگهندين ۽ جي مالڪ جي مرضيءَ خلاف هلندين ته تنهنجي ڏنگي بيڪار مشين جي چڪري وانگر، باهر نوڪي ڪيڏي سڌي ڪرڻ لاءِ مترڪن جا ڏڪ ۽ باهيون سهڻيون پونديون، جيئن ڪ سڌو ۽ سڌو ٿين. تنهن ڪري پنهنجي زور ۽ طاقت جون ڳالهيون ڇڏي ڏي ۽ صاحب جي اڇا سان گڏ پنهنجي اڇا ملاءِ ۽ نمرتا ڏيکتا ۽ نماڻائي هٿ ڪر. "لاڪ حڪم نه چلئي نال، خصم چلي اُرداس" يعني مالڪ يا گهوٽ تي حڪم نه هلندو آهي پر انهي جي پيار هٿ ڪرڻ لاءِ، نماڻائي ۽ نهٺائيءَ سان هٿ ٻڌڻ جي گهرج آهي.

(ا) آکڻ جور، چپيءَ نهه جور،
جور نه منگڻ، ديڻ نه جور.

جيڪڏهن ڪير به پنهنجي طاقت جي زور سان ڳالهائي، مالڪ کي ڪجهه ميائڻ چاهي، ته هو انهن ڳالهائي گهرجي ڪين سگهندو؟ جي هو زور ڪري چپ رهي، ته هو چپ جي زور سان به مالڪ کان دات ونئي ڪين سگهندو ۽ نڪي مالڪ کان انهن ميائي سگهندو؟ جيڪڏهن هو پنهنجو زور لڳائي مالڪ کان ڪجهه گهرڻ چاهي ته اهو به هو ڪين ڪري سگهندو ۽ نڪي دان ڏيڻ سان به ڪنهن جو زور مالڪ تي هلي سگهندو؟ انهن ڪٿي چئجي ته نه مڱڻ جو زور اٿئون نه

جاڳي ڏسن ڪين ڪي، ساڪي سرجن هار،
سامي پائين چار، تا سمجهه وارا ٿي سگهن."

خوديءَ ۾ دنيا جا ماڻهو، ٻيڪي گرهستي سڀ خوار پيا ٿين ۽ اجايو پاڻ کي وڏو پيا سمجهن. هو اندر ۾ مالڪ جو نام جپي هيڪي نتا ڏسن ۽ پنهنجي عمر برباد ڪري، ڏوڙ منهن ۾ وجهي، مري ڪپي ڪاڄي تا وڃن.

## (۴) سڻ گلا آڪاس ڪي، ڪيتا آئي ريس.

دنيا جا ماڻهو سچي مالڪ بابت وڏيون ساراهون ٻڌي ڪين ٻه وڏي چوائڻ جي ريس ٿي اچي. در اصل اهي ڪوڙا ۽ سڪتا آهن، جيئن ڪتليءَ کي ريس اچي ته مان هماليہ جبل تي مٿي پهچان، پر هوءَ هيٺ ڪري ٿي رهندي.

"ڪوڙا گهڙ نہ گهاٽ، مورکہ من جي پاءِ تون،
ملي ساڌ سنگت سان، وٺ ويساهون واٽ،
تہ ڪولي ٻجر ڪپاٽ، ڪامل ڏين ٿي ڪل سان."

تون مورکہ من جي چئي لڳي اجايا خيال ڪري گهاٽ نہ گهڙ ۽ هوائي قلعا نہ ٺاهه. پر سچن سنتن جو سنگ ڪري انهن ۾ ويساهه رکي، انهن کان مالڪ جو رستو وٺي محنت ڪر تہ پوءِ، هو نام جي ڪنجيءَ سان تنهنجي اندر جو ڪلف لاهين.

"من ري ڪيون گمان اب ڪرنا،
لن تو تيرا خاڪ مليگا چوراسي جا پرنا."
(سوامي جي مهاراج)

هي من! تون ڇو تو دنيا جي وڏائي ڪرين؟ تنهنجو شرير هڪ ڏينهن خاڪ ٿي ويندو ۽ اجاين ڪمن ڪري تون چوراسي لکہ جونين جا ڏک ڏسندين.

## (۵) نانڪ ندري پائيئيءَ، ڪوڙي ڪوڙي نيس.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ دنيا جي ماڻهن کي نہ رڳو

لپسيا ڪئي پر آخر هڪڙيءَ استريءَ يا اپسرا هن جي ڪمائي ڪُٽ ڪري ڇڏي. هن جو لپسيا مان من نه مڙيو پر هيڪاري کين اهنڪار پيدا ٿيو. اهڙيءَ طرح لوڀ موهه اهنڪار وغيره ڪيترائي ڪيرائي هيٺ ڦٽا ڪيا. انهيءَ جو سبب هي آهي جو کين ڪامل مرشد، سچ کنڊ جي چڙهائيءَ وارو ڪين مليو هو. جيڪو کين رهبر مليو هو سو من مايا جي ديس وارو. سبدن هيٺ ڪرڻ جو سبب هو من مت ۾ هوڻ. ائين نه آهي ته هو ڪو آلسي آهي پر هو لذت جو عاشق آهي. جيڪڏهن هن من کنهن به ڳالهه کي چڱو سمجهيو ته پوءِ کنهن به تڪليف جي هو پرواهه نه ڪندو. پر سر ترئيءَ تي ڪٽي ڀندو. هو جڳنات جي وقت هيٺان مري جاٽي، ندين جي برفن جهڙي ٿڌي پاڻيءَ ۾ بهي ٻڏي جاٽي، ڪاشيءَ ۾ ڪرونت يعني ڪارائيءَ سان پاڻ ڪٽائي جاٽي، پاٽڪي اُبتو ٽنگي جاٽي، نر آهار ۽ نرجل رهي جاٽي، پهاڙ تي برفن ۾ امرنات ۽ ڪئلاش ڏانهن، سر جي سٽ ڏيئي تڪليفون سهي جاٽي، ڇي انهن ڪرڻ مان بهشت ملندو يا اِيءَ دنيا جي مراد پوري ٿيندي؟

هوڏانهن سنت مت جي نه آنڙيس، ته هڪ به قدم اڳتي نه ڪٽندو، جيتوڻيڪ سنت مت مالڪ وٽ پهچڻ جو سڌو ۽ سولو رستو آهي. انهيءَ هوندي به ڪو ورلو انهيءَ سنت مت ڏانهن ڦري ٿو. انهن سڀني ڳالهين تي نظر رکي گرو نانڪ صاحب جن سرس کي چٽي سمجهائين ٿا ته جيڪڏهن لنهجو من اُبتا مارگ ڇڏي، سچي صاحب جي دربار ۾ گهرڻ چاهي ته، چنجانس ته پهرين 'مان مان ۽ مڻ ميريءَ' کي باهر ڦٽو ڪري، دين اڌين ٿئي، تنهن کان پوءِ تي اندر گهڙڻ جي ڳالهه آهي.

(ا) اِڪ دو جيڀو لکه هوهه،
لکه هووهه لکه ويس.

هڪ زبان مان ٻه ٿين ۽ وري ٻن جيڀن مان لکه جيڀون ٿين،

سچل سائينءَ جن ۾ فرمايو آهي ته :-

"عشقن لئي انسان، آيو سڀالي سير لئي،
صورت ۾ آدم، آدم ۾ مهمان،
سچا ڏسون سلطان، سڪر سڀ سڃاڻو."

يعني مالڪ پاڻ انساني صورت ۾ سڪرو بڻجي اچي ٿو.
اها سچي ڳالهه سڪرو مولڪي ٻڌائي آهي.

## ٻوڙي ٣٢

هن ڪان اڳ ٻوڙين ۾ سنت پرش جي ملڻ لاءِ هدايتون ڪيائون ۽ ڏس پتو ڏنائون. هت فرمائين ٿا ته سچي سائينءَ کي ملڻ لاءِ هنجي مهر جو ضرور آهي. اها مهر ليندي دينتا سان.

"Blessd are the meek, for they shall inherit the earth.
(Bible)

ڌن آهن اهي جيڪي نمرتا ڌارين ٿا، اهيئي سک ڏسندا.

مٿي اڳين ٻوڙين ۾ سنت پرش جي مهما ڪرو صاحب جن ڳائي آهي، سا جڏهن من ٻڌندو تڏهن ضرور چوندو ته اُن پرش کي هٿ ڪجي. من ذاتي چتور، مطلبي ۽ لڳو آهي. هو سنسار کي اهڙي ڪري لڳو آهي جو اهڙي مان لڏس لئي اچيس. جيڪڏهن ڪنهن وڏي لڏس واري پدارٿ جو ڏس مليس ته پوءِ هو اهڙو چريو ڪين آهي جو اُن ڏانهن نه ڊوڙي؟ Attachment brings detachment پر اهڙيءَ من جا ڪڻ آهن موڪائي، هوڏ، هٺ ۽ شدت. تنهنڪري هو پنهنجيءَ مت ني هلي مست هاٿي وانگر اٿي ڊوڙندو آهي. پر رستو آهي سنهون ۽ نازڪ ۽ منزل آهي دور ۽ لنبي. نتيجو اهو نڪرندو آهي جو هو ڏڪن وڃي ڪڏ ۾ ڪرندو آهي. وڏا وڏا رکيشور ۽ پهلوان من ڪيرائي ماري ڇڏيا. جي ٺلاٺي سٺ هزار ورهه

## (٣) آديس ڏسيءِ آديس، آد انيل اناد اناهت، جگم جگم ايڪو ويس

آهڙي سچي سائينءَ کي منهنجو هر هر نمسڪار آهي جو پاڪ پوتر، آد ۽ انت کان پري، اجر امر آهي.

پر اهو مالڪ ڪيئن ٿو ملي؟ انهيءَ ڳالهه کي شمس تبريز صاحب جن سمجهائين ٿا ته:-

"آن بادشاه اعظم، در بسته بود محکم،
پوشيده دلق آدم، يعني که بر در آمد."

يعني اهو بادشاه يا مالڪ پاڻکي مضبوط در پٺيان بند ڪري، وري انساني چولي ۾ گرو بڻجي، اهو دروازو کولڻ اچي ٿو.

گرو نانڪ صاحب جن فرمايو آهي ته:

"گهر ۾ گهر ڏکلاءِ ڏي، سو ستگر پرک سجان،
پنج شبد ڌنڪار ڌن، تهه باجي شبد نشان."

سچو گرو اسانکي ٻاهرين رسمن ۽ ريتين رواجن ۾ نٿو ڦاسائي، پر هو شبد جي ڪمائيءَ جو رستو ٻڌائي ٿو. پورو گرو اسانکي پنهنجي گهر يعني شرير اندر ٽي سڪنڌ وڃڻ جو رستو ڏيکاري ٿو.

بيدل فقير به چيو آهي ته:

"ظاهر بندو باطن مولي."

يعني ٻاهر مرشد ڏسڻ ۾ انسان جي شڪل ۾ آهي پر اندر حقيقت ۾ هو مولي يعني خود خدا آهي.

"ست پرکه جن جانيا، ستگر تس ڪا ناءِ،
تس کي سنگ سک اڌري، نانڪ هرگن گاءِ."

جن ست پرکه جو درشن ڪيو آهي اهي چون ٿا انهيءَ وٽي نالو ستگرو آهي. جنهن جي سنگت ۾ شش نام جپي، پنهنجو اڌار ڪندو.

جي وس ڪان ٻري ۽ سدائين اجر امر آهي.
”برهما، وشنو، مهاديو، گورک، گوجهه هاري واٽ،
سنتن واس ڪيو هٿين لهج گهر، ڪُل ڪي ٻهر ڪهاڻ.“
برهما، وشنو، مهيش گورکناٿ مالڪ جو ڇيڙو وستر ڳولي
نه سگهيا پر سنتن ڏيان ڪري مالڪ کي پنهنجي اندر ۾ پرگهٽ
ڪري سچکنڊ پهچي ويا.

## پوڙي ٣١

مالڪ جتي ڪٿي آهي. هو سڀ جو پيدار آهي ۽ سڀ
کي هڪڙي لي ڏنهي ٻري چڏيو الس. هو سڀني کي ڏسي
ٿو ۽ هنجي سڄي ڪارروائي سچي آهي.
(١). آسڻ لوءِ لوءِ پيدار، جو ڪيچ پاتڻا سُم ايڪ وار.
ست پرش جو آسڻ يعني تخت ڳاهه سچ لوڪ ۾ آهي،
جو سڀني لوڪن جو پيدار آهي. انهن لوڪن ۾ جيڪي ڪي
هن وڏو آهي سو هڪ ٻيري سان لي هن ٻري چڏيو آهي، وري
پرڻ جي انهن کي ضرورت لي ڪالهي. انسان وچا لاءِ
پوڻي پوري اندار ۾ سابري الي آهي يعني ساڌو matter
من ۽ سرت.
(٢) ڪر ڪر ويکيءِ سرجڻ هار،
نانڪ سچي کي ساچي ڪار.
اهو سرجڻ هار پنهنجي رچنا ناهي انهي کي ڏنهي ويو.
گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته هن جي سڀ ڪارروائي سچي
آهي. جيڪي هو ڪري ٿو سو راز سان ڀريل آهي. هو رچنا
پيو هلائي، ڪڇون سڙون ڪيون ڪري پاڻ ڏي ڇڪي
پاڻ سان پيو ملائي.
”ڪيچ ڪائي الي پاءِ.“ (پوڙي ٣٤)

(٣) سنجوڳ وجوڳ جا ڪار چلاوهه، ليکي آوهه ياڳ.

مالڪ سنجوڳ ۽ وڇوڙو يعني ميلاپ ۽ جدائي پنهنجي ڪان ڪر لو ولي. جنهن کي چاهي تنهن کي ٻاڻ سان ميلاپ لو ڪرائي (اهو ميلاپ سنگت جي معرفت ٿئي ٿو) ۽ جنهن کي چاهي ٻاڻ کان جدا ڪري چوراسيءَ جي چڪر ۾ لو موڪلي. پر اهو سڀ ٻاهران الهي چرڻ ۾ لو اچي لو سڀ ٻاڳ سان لو ٿئي.

”جس ام بحيه لسي بلاوي، سهج سيتي گهر آلو“ (محل ١)

مالڪ جنهن کي چاهي تنهن کي دنيا ۾ موڪلي وري هيڪي سڏي لو ۽ جلدي پنهنجي گهر سچ کڻ ۾ اچ!

(٤) آديس تسي آديس، آد انيل اناد اناهت،
جگم جگم ايڪو ويس.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته اهڙي پرماتما کي منهنجو وارا وار نمسڪار آهي جو آد کان مايا رهت آهي، هميشه رهڻ وارو، بي انت ۽ هميشه ساڳيو قائم آهي.

”جيڻو آهين تيڻو هولدين، ڪالي ليحدين ڇا؟
سڌ پنهنجي سَر (راز) جي، ڪامل پنڙه ڪا.“ (سچل)

هي مالڪ! تون سدائين ساڳيو آهين ۽ سدائين آهين ۽ قائم آهين. تنهنجي راز جي ڪنهن کي لي آهي. اهو سچو سائين انسان کي ڪٿي سو ملي سو گرو نانڪ صاحب هيئن سمجهائين ٿا.

”سڪرو وچ آپ رکيون، ڪر پرگهٽ آکر سڻايا.“

مالڪ ۽ سڪرو هڪ لي آهن. مالڪ دنيا ۾ گروءَ جو روپ ڌاري اسانکي پنهنجو رستو ٻڌائڻ لو اچي.

”گرو گوبند، گوبند گرو هئي، نانڪ ڀيد نه ڀائي“

پرماتما ۽ گرو ساڳيو آهي پنهنجي جي وچ ۾ ڪوبه تفاوت نه آهي!

## پوڙي ٢٩

سچو جوڳي تي شبد کي اندر ۾ ٻڌي مالڪ کي پرگهٽ ڪري، نه نه وڃي چوراسيءَ جي چڪر ۾ پوندين؟

(١) ڀُـڳت گيان دئيا ڀنڊارڻ،
گهٽ گهٽ واجهہ ناد.

سچي سائينءَ جي هڪ ڀنڊارڻ آهي جا آهي دَيا، جا مالڪ جي حقيقت يعني ڄاڻ يا انيؤ جو پرساد پيئي ورهائي. اُنهي دَيا روپ ڌاريو آهي شبد جو، جو گهٽ ۾ گهٽ پيو وڃي!

"ساهي سدائين تي وڃي، ڪنگري ڪرتار جي،
ورلي ڪنهن جوڳيءَ کي، سمجهه ۾ آئي،
گر ڪرپا ڪري، ڀمدي ڀسدائي،
وڃائي وائي، ڳڌيا ست سروپ سان."

"سچي شبد سچي پت هوئي –
بن نامي مکت نه پاوي ڪوئي." (محله ١)

سچي شبد ٻڌڻ سان مالڪ وٽ اسانجي پت سان رهجي ايندي.

"بن شبدي اُنتر آنهيرا، نه وسنت لهي نه چوڪي ڦيرا"
(محله ٣)

شبد ٻنا اندر ۾ اوندهہ آهي. اُنڌاري ۾ ڪابہ شيءِ ڳولي نه سگهبي آهي ۽ مست اجائي ويندي آهي. ليڪن گرو جي ڪرپا سان اندر ۾ جڏهن شبد جو پرڪاش پرگهٽ ڪبو تڏهن جنم مرڻ لهندو.

(٢) آپ ناٿ، ناٿي سڀ جاڪي، رڌ سڌ اَوَرا ساد.

اُهو مالڪ پاڻ ئي سڀني جو ناٿ آهي ۽ سڄيءَ سرشٽيءَ کي ڀڳي وانگر نڪ ۾ نوڙي وجهي جيئن وڻيس ليئن پيو هلائي. رڌيون سڌيون ۽ اُنهن جا جيڪي بہ سواد آهن سي سڀ هنجي ڏور ۾ ٻڌا پيا آهن.

جوڳ نه مندي مونڊ منڊائي، جوڳ نه سڱي وائي،
انجن ماهه نرانجن رهيئي، جوڳ جڳت اِو پائيئي،
ڳالهين جوڳ نه هوئي، ايڪ درشٽ ڪر سمسر جاڻي،
جوڳي ڪهيئي سوئي. (محلا ١)

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته اڪي ڪني يا ڪنڌي ٻالڻ سان، اڪي ڏنڊي ڪڻڻ سان، اڪي ڀڀوت لڳائڻ سان، اڪي ڪن چيرائڻ سان، اڪي سڱيءَ وڄائڻ سان ڪو جوڳي ٿي نه سگهي. مالڪ جو وچن ليتر ۽ جڳتيءَ سان ڌيان ڪرڻ سان، الي هن جو درشن پراپت ٿو ٿئي. مالڪ جو ميلاپ جوڳ جي ڳالهين ڪرڻ سان نه ٿيندو. جيڪو پيالي چڙهي اڪاڪر ٿي ڌيان ڪري مالڪ کي اندر پرگهٽ ڪري ٿو، اهو ئي سچو جوڳي آهي.

(٣) آئي پنٿي سگل جماتي، من جيتيءَ جڳ جيت.

صاحب جن سڌن کي هدايت ٿا ڪن ته اوهين ۽ آئي پنٿي جوڳين وانگر دل مان وير ڀاءُ ڪڍي، سڀني سان پيار ڪريو، پدمه ڪري ين کي لحمه ۽ جبتڻ جي ڪوشش نه ڪريو پر پنهنجي من کي جيتيو. پنهنجي من کي جيتڻ نه جڳ جيتڻ.

”جنهين جيتيو من، تهين جيتيو جڳ کي،
سو مالي (من ۾) وکي ڪيڏکي، وير ڀاءُ ڪنهن سان،
سڀ جڳوري ڪلياڻ، پريتم جاڻي پنهنجو.“

(٤) آديس تسيءَ آديس. آد انيل اناد،
اناهت جڳ جڳ ايڪو ويس.

اُن سچي صاحب کي اسانجو وار وار نمسڪار آهي جو آد کان بي داغ يعني نرليپ آهي. جنهن جي شروعات نه آهي؛ هر سڀني جڳن ۾ هڪ روپ هئي قائم آهي.

ڏيئي دل دلبر کي، رکي نه پرچڻ پاڻ،
پائي پد نرباڻ، سامي ماڻي سيج سک."

اهوئي سچو جوڳي آهي جنهن کي پاپ ڪرم ڪرڻ کان شرم جون مندرائون آهن. ٻاهران سڱي وڄائي آواز ڪرڻ بدران هو سهج اوستا ۽ صدق ۽ صبر سان شبد ٿو ٻڌي. هو پاڻ سچو مالڪ کي ارپڻ ٿو ڪري ۽ نرواڻ پد ۾ پهچي مالڪ کي ملي پرم آنند ٿو پائي.

"جي پائين جوڳي ٿيان، ته منهن ۾ مندا پاءِ،
ڪنين ڪين وڄائيو، جن ۾ ڪوڙين ڪکر وڏاءِ."

(شاهه صاحب)

شاهه صاحب جن فرمائين ٿا ته جي سچو جوڳي ٿيڻ چاهين ته ڪنن بدران تون مک ۾ مندرائون پائي صبر اختيار ڪر. ڪنن ٻنهي ڪهڙو گناهه ڪيو آهي جو انهن کي چير وڌا اٿيئي؟

(٢) ڪنتا ڪال ڪنواري ڪائيا، جڳت ڍنڍا پرتيت.

گرو صاحب جن جوڳين کي سمجهائين ٿا ته توهين ڪال جي ڪنوار يعني پنهنجي ديهه کي جنهن کي ڪال وٺي ويندو تنهن کي گودڙيءَ يا ڪفنيءَ مان ڍڪيو ٿا پر توهين آتما روپي ڪنواري، ڪنيا کي شرم کان بچائڻ لاءِ، پورنتا جي گودڙيءَ سان ڍڪيو جا ڪڏهن ۾ پراڻي نٿي ٿئي. ٻاهران ڏيکاءَ لاءِ ڏنبي بدران توهين وشواس جي جڳتيءَ جو ڏنڊو ڪڻو.

"سو سنياسي، جو ڀڳوا ڀوري (گيڙو جا ڪپڙا) پاءِ جا،
لائي خاڪ ڪميا جي، ڪٽي جم ڦاسي،
ڪري نت ڪلپت ري، بکيا آڪاسي،
الک ابناسي، سامي ڏسي سي ۾."

"جوڳ نه ڪنٿا جوڳ نه ڏنڊي، جوڳ نه ڀسم چڙهائيءَ،

جيڪي ٻه هيڪي وٺي ٿو سو هي ڪري ٿو ۽ هن جي حڪم ۾ ڪو به دخل اندازي نٿي سگهي؟

(٢٣) سو پاتشاهه شاها پاتِ صاحب، نانڪ رهڻ رجائي.

اِهو مالڪ شاهن جي شاهن جو به بادشاهه آهي. گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته اسانکي هن جي رضا ۾ راضي رهڻ گهرجي.

"سڀ کي سيالـــو، سڀ کـــي ساهو سڀ ڪم سڀون،
سمجهي رکو جيئن سر ۾، ٻيڪرن جو پالو."

اهڙي سيالو هوشيار سورمون آهي جو مالڪ جي رضا ۾ راضي ٿو رهي.

## پوڙي ٢٨

سچو جوڳي ٿيءُ. مالڪ جي ملڻ جا لڇڻ ڌار، من مار ۽ هڪ ٿي سڀ ڀرش کي ٻوڄ. جون لــا ته سـڌن گرو نانڪ صاحب کي چيو ته 'توهان مندرا پائي، جهولي ۽ ڏنڊو کڻي گرو گورکنانٿ جو چيلو ٿيءُ. انهيءَ جي جواب ۾ هيٺيون سٽون گرو نانڪ صاحب جن سڌن کي چيون.

(١) مندرا سنتوکه شرم پت جهولي،
ڌيان ڪي ڪرهه ٻڀوت.

گرو صاحب هن سڌن کي سمجهائين ٿا ته، توهان ٻاهران ڏيکاءَ لاءِ ڪن چيري، انهن ۾ مندرائون (وڏا ڇلا) وجهو ٿا آهن ۽ ٻاهران جهولي ۽ ڏنڊو ٿا کڻو، پر توهين سنتوش جون مندرائون پايو ۽ پاڻ کان شرم يا لڄ ڪرڻ جي جهولي کڻو. ٻاهران بدن تي رک يا ڀڀوت لڳائڻ بدران توهين شرير کي ڌيان جي ڀڀوت لڳايو.

"سوئي جوگيسر جاڻ، مندرا جنهن مرم جي،
سڳي وجهائي سنج جي، صدق صبوري ساڻ،

اهو مالڪ سدائين سچو صاحب آهي ۽ انهيءَ جو نام بہ سچو آهي .

” بہ هرنامي ڪہ خواني، سر بر آرد “ (مولانا روم)

مان انهي مالڪ کي جنهن جو ڪوبہ نالو نہ آهي، تنهنکي ڪنهن بہ نالي سان سڏيانئو تہ هو جواب ڏئي ٿو.

(١٨) هئي پڻ هوسي جاءِ نہ جاسي،
رچنا جن رچائي.

اهو مالڪ جنهن هيءَ سڄي رچنا ٺاهي آهي سو هيٺر بہ آهي، پوءِ بہ هوندو ۽ ڪڏهن بہ نہ ويندو ۽ سدائين هوندو .

(١٩) رنگي رنگي ڀاتي ڪرڪر
جنسي مائيا جن اُپائي.

هن هرهڪ رنگ ۽ صورت جي جنسن جي مايا پيدا ڪئي آهي ۽ انهيءَ مان انيڪ قسمن جي رچنا رچي آهي. (ديوتائون ديت، انسان، حيوان، پکي وغيره.)

(٢٠) ڪرڪر ويکيءَ ڪيتا آپڻا، جو تسديِ وڊيائي.

مالڪ پنهنجي رچنا پاڻ ٺاهي، پنهنجو ڪم ڏسي، جيڪا سندس وڏائي آهي سا پاڻ پيو ڏسي .

” پاڻهي پسي پاڻکي، پاڻهين محبوب،
پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طالب تن جو.“
(سچل)

پاڻ ئي پاڻ مالڪ کي پيو ڏسي، پاڻ پيو خلقي، پاڻ ئي هو محبوب يا معشوق ٿئي ٿو ۽ پاڻ ئي انهيءَ معشوق جو طالب يا عاشق ٿئي ٿو.

(٢١) جو تس ڀاويءَ سوئي ڪرسي،
حڪم نہ ڪرڻا جائي.

آئيف ليرت ۽ لوڪي واڪاڻي رهيا آهن .

(١٣) ڳاوهه جوڌ مهابل سورا، ڳاوهه ڪاڍي چاري .

هي ٻراڙا لوڪي مهابلي، سورهه، ڄوڌا ۽ جيئي ڪاڻين مان پيدا ٿيل جيو، سڀ واڪاڻي رهيا آهن!

( چار ڪاڻيون آهن (١) جيرج جي جهلي ۽ يا ٻردي ۾ پيدا ٿين ٿا. جئين ماڻهو ۽ جانور. (٢) انڊج = جيڪي بيضن مان نڪرن جئين پکي، مڇيون (٣) اد ڀج = وڻ، ٻوٽا. (٤) سيتج = پگهر مان پيدا ٿيل جيو جهڙوڪ جوئن وغيره ۽ جيڪي موسم ۾ پيدا ٿا ٿين جهڙوڪ مڇر وغيره.)

(١٤) ڳاوهه کنڊ منڊل ور پندا، ڪر ڪر رکي ڌاري.

کنڊ، منڊل ۽ برهمنڊ جي لو رچي ٿالر ڪيا آهن سي ۽ تنهنجي مشهد ڪن ٿا.

(١٥) سيتي تڌ نو ڳاوهه، جو تڌ ڀاون،
رتي تيري ڀگت رسالي.

جن کي تون چاهيندو سي ئي لوڪي ڳائين ٿا، اهي تنهنجي ڀڳتيءَ ۾ رتا پيا آهن ۽ اهي ٻرهم ۽ ڀڳتيءَ جا ٿنڀر آهن!

”هر ساچي ياري سا برجا هووي، ياٽا من وسالي.“

جڏهن مالڪ کي منظور هوندو تڏهن ئي اسين مالڪ جي ڀڳتي ڪري سگهنداسين؟

(١٦) هور ڪيتي ڳاون، سي مَن چت نه آون،
نانڪ ڪٿا ويچاري.

ٻيا ۽ لوڪي هي مالڪ! ٻيا ڳائين جي منهنجي خيال ۾ ئنا اچن!

(١٧) سوئي سوئي سدا سچ صاحب،
ساچا ساچي نائي .

(۵) گاوهہ چت گپت لکہ جاٹهہ،
لکہ لکہ ڌرم ويچاري.

چترگپت جيڪي ماڻهن جي ڪرمن جو ليکو ٿا لکن، جن جي لکڻ موجب ڌرمراءِ اِنصاف ٿو ڪري، سي بہ تنهنجا ئي گڻ ڳائي رهيا آهن!

(٦) گاوهہ ايسر برما ديوي، سوهن سدا سواري.

شو برهما ۽ شڪتي تنهنجا گڻ ڳائيندي سونهن پيا.

(٧) گاوهہ اِند اِنداسڻ بيٺي. ديوتئا در نالي.

اِندر راجا اِندر آسڻ تي تنهنجي در جي پرسان ويهي، ديوتائن سان گڏ تنهنجي ساراهہ جا گڻ ڳائي رهيو آهي!

(٨) گاوهہ سڌ سماڌي اندر، گاون ساڌ وچاري.

سڌ سماڌي لڳائي، اندر بہ توکي ڳائي رهيا آهن ۽ ساڌ ويچار يا ڌيان بہ توکي ڳائي رهيا آهن!

(٧) گاون جتي ستي سنتوکي، گاوهہ وير ڪراري.

مالڪ! تنهنجي در اڳيان، جتي، ستي، سنتوکي ۽ وڏا وڏا وير ۽ پهلوان ڳائي رهيا آهن!

(١٠) گاون پنڊت پڙن رکيسر، جگہ جگہ ويدا نالي.

هي سائين! تنهنجي در وٽ، پنڊت، رکيشر، جگہ جگہ بہ ويد دوارا پيا پڙهن ۽ ڳائين!

(١١) گاوهہ موهيڻئا من موهن، سرگا مڇ پئالي.

من موهيندڙ اپسرائون سرڳہ بہ، سهڻيون زالون پاتال بہ ۽ سندر استريون مرت لوڪ بہ تنهنجي ساراهہ پيئون ڳائين!

(١٢) گاون رتن اُپائي تيري، اٺ سٺ تيرٿ نالي.

تنهنجا بڻايل هيرا، موتي، جواهر ۽ رتن ۽ انهن سان گڏ

## پؤڙي ۲۷

هن پؤڙيءَ ۾ سچي پرڀوءَ جي درٻار جو بيان آهي. اهو ئي سچو صاحب ٻيهجي رهيو پيو سڀالي. هنکي جيڪي وڻندو سو ڪندو، هنجي رضا ني هلڻا جڳالي.

. ستگرو صاحب جن ڪان سوال ٿا پڇن ته اهو پرماتما ڪٿي آو رهي؟ تنهن ني گرو صاحب جن خود پرماتما ڪسي سمڪ ني ڄوڙ لڳا ته:-

(۱) سو در ڪيها سو گهر ڪيها،

جت بهه سرب سمالی.

هي مالڪ! اهو در ڪهڙو آهي، اهو گهر ڪا جڳهه ڪهڙی آهي جتي تون ويهی سڀني جي سنڀالداريءَ سان سنڀال ڪرين؟ انهيءَ جو جواب گرو جن پاڻ ني ٿا ڏين.

(۲) واڄی ناد انيڪ اسنکا، ڪيتي واوڻ هاري.

اتي انيڪ پرڪارن جا ملا من موهيندڙ ناد ۽ سنک پيا وڄن ۽ ڪيترائي بيشمار وڄائڻ وارا آهن.

(۳) ڪيتي راڳ پري سڻ ڪهيئن،

ڪتی گساوڻ هاري.

ڪيترائي اتي راڳ راڳڻيون پيا ڳائجن ۽ اي الدار تهنجي در ني ڳائڻ وارا آهن!

(۴) گاوهِ تهنو پوڻ پاڻي بيسنتر،

گاويءَ راجا ڌرم دئاري.

هي پرڀو! هوا، پاڻي ۽ اگني ۾ تهنجا گڻ ڳائي رهيا آهن. ڌرمراڄ ۾ تهنجي در اڳيان تهنجي تعريف ڳائي رهيو
آ . .

(٥ ۽ ٦) امل ڏرم، امل ديباڻ، امل تل، امل پرواڻ.

مالڪ جو نياءُ املهه آهي، سندس دربار يا ڪچهري بہ املهه آهي. هنجي انصاف جي ساهمي ۽ اورڻ جا وٽ بہ املهه آهن. اِي معنيٰ آهي تہ بي انت مالڪ جيون جي ڪرمن جي انصاف لاءِ اچرج روپ ڌرمراءِ کي اپايو آهي. جنهن جي دربار يا ڪورٽ بہ عجيب آهي. هنجي انصاف ڪرڻ جي ساهمي بہ عجيب آهي ۽ عجيب اورڻ جا وٽ يعني ڪرمن جي لکڻ وارا چترگپت آهن.

(٧) امل بخشيش امل نيشاڻ.

(٨) امل ڪرم امل فرماڻ.

سچي سائين جي اپار ديا ۽ بخشيش بي بها آهي. هنجو نشان پتو يعني ملڻ جو هنڌ بہ املهه آهي ۽ مالڪ جو ڪرم ۽ رحمت بہ املهه آهي ۽ هنجو فرمان يعني حڪم يا شبد يا نام بہ املهه آهي.

”نام ڪي ڌاري سگلي جنت، نام ڪي ڌاري کنڊ برهمنڊ، نام ڪي ڌاري آڪاس پاتال، نام ڪي ڌاري سگل آڪار.“

شبد يا نام جي آسري سڀ جيو، کنڊ برهمنڊ، پاتال ۽ ٻيون پيدا ڪيل شيون آهن.

(٩ ۽ ١٠) املو امل آکئا نہ جاءِ، آکہ آکہ رهي لو لاءِ.

مالڪ جا گڻ املهه ڪان بہ املهه آهن ۽ چوڻ کان ٻاهر آهن. هن جا گڻ ڳائيندي ڳائيندي سنتن جي لو لڳيو وڃي ا

(١١) آکهہ ويد پاٺ پراڻ.

(١٢) آکهہ پڙهي ڪرهہ وکئاڻ.

ويد ۽ پراڻن جا پاٺ ڪندڙ هنجي آستت ڳائين ٿا. پڙهيل بہ مالڪ جي ساراهہ ۽ وياکاڻ ۽ ليڪچر ڪن ٿا.

## پوڙي ٢٦

سنت سڀ شبد جا واپاري آهن. جتان جيون کي سچي نام جو سؤدو ملندو. مالڪ ٻي الف آهي جنهن جي تعريف ڪير به ٿو ڪري سگهي؟

٢٥ پوڙيءَ جي پڇاڙيءَ جي سٽ ۾ سنتن ڏانهن اشارو ڪري گرو صاحب هيٺين اُنهن جي گڻن جو ورڻن ٿا ڪن.

(١) امل گڻ امل واپار.

(٢) امل واپاريئي، امل ڀنڊار.

مالڪ جي پيارن سنتن جا گڻ اماپ آهن جن جو ملهه ڪٿي ٿو سگهجي؟ اُهي ٻي ٻيا ڪين يعني نام جا واپاري آهن جن وٽ سچي نام جا ڀنڊار ڀريا پيا آهن ۽ هو اهي روحاني خزانا جيون کي ٿا بخشين.

”هرجن ڪيڏي همت، وڻيا سؤدي سار (نام) جو،<br>
سو وکيائون نه ڪي (ساهمي)، سو (هڪ جيڏا) وکيائون وٽ،<br>
جيڪي جگياسي اچن، ڇڏي ڪوڙ ڪپٽ،<br>
ساهي سو (سڪ) سان مٽ، لوري ڏين ٿي ڪي.“

سنت نام جو همت ڪيڏي وڻيا آهن جنهن ۾ سڀئي گراهڪن لاءِ ساڳي هڪ جيڏي لوڙ لاءِ ساهمي ۽ ساڳيا هڪ جيڏا لوڙ لاءِ وٽ رکيا اٿن. جيڪي جگياسو دل مان دغا ڪوڙ ڪپٽ ڇڏي اُنهن وٽ نام جي سودي لاءِ اچن ٿا، تن کي هو سڪ سان نام جي مٽ مان سودو لوري ٿا ڏين.

(٣ ۽ ٤) امل آوڻ، امل ليءِ جاءِ، امل ڀاءِ، امل سماهم.

جيڪي نام جو سودو وٺڻ اچن ٿا سي ٻه اماپ آهن ۽ اهي ٻي ٻيا نام سان پرهيت رکن ٿا. اهي نام جو سودو وٺي نام ۾ ئي سمائجي وڃن ٿا.

موچڙا ٿا لڳن ۽ هو سزا پائيندو.

(۱۴) آپي جاڻــيءِ آپي ديئہ .
(۱۵) آکهہ سِہ پِہ کيئي کيئہ.

هاڻي اهڙن ماڻهن لئي بہ مالڪ جي ڪيل مهربانين جـو ويچار ڪري گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ هو پاڻ ئي ڄاڻي ٿو ۽ پاڻ ئي ڏئي ٿو. يعني پاڻ ئي هو ڄاڻي ٿو تہ ڇو لچ مڙن بہ رهن ٿا ۽ غريب دکن بہ آهن؟ انهـيءَ ڳالهہ جي راز جي خبر ڪن ورلن کي آهي؟

(۱۴) جس نو بخشي صفت سالاهہ .
(۱۵) نــانــڪ پاتشاهـــي پاتشاهہ .

جن ئي مالڪ ڪرپا ڪريندو سي ئي هن جا گڻ ڳائين ٿا، نام جپين ٿا ۽ ڀڳتي ڪن ٿا. گرو صاحب جن چون ٿا تہ اهـڙا جيو بادشاهن جا بہ بادشاهہ آهن.

”جيون مرنا ســـب لـــدي نائيـــن،
جس نون بخشين، تس دي وڏيائي.“
(گرو نانڪ صاحب)

هي مالڪ! جيئڻ ۽ مرڻ سڀ تنهنجي هٿ بہ آهي. جنهن کي تون انهي جمڻ مرڻ کان بچائين تو الهي بہ بہ تنهنجي ڪرپا جي نظر آهي.

” صفتي رتا سد بيراگي، هوئي جنم نہ هاري.“
اهيڙي ويراڳي پرش آهن جي مالڪ جي گڻن ڇوڻ ۽ نام بہ رتا پيا آهن ۽ پنهنجو جنم سڦلو ٿا ڪن.

"ڏک سکن جي سرلهين، گهوريا سک ڏکن ري."
(شاهه صاحب)

"ڏکن مان سک مون لڌا جيڏيون،
ڏوريندي ڪين ڏک، سولهان ٿيا سڄڻ."
(سچل)

اي مهيڙون جيڏيون مان اڄاڻن لئي ته مون ڏکن مان سک لڌا آهن. ڏکن مان ئي مونکي مالڪ مليو.

"برهان سندي باز جي، مڙهئي مٿائي،
ڪاهي ڪڙالي، چڪين جي چيهه ڪري."

مالڪ وٽان جيڪي ڏک اچن ٿا تن کي جي اون چڱيءَ طرح سمجهي ڏسين ته اُهين ۾ ڪا نه ڪا چڱائي آهي.

(١٠) بند خلاصي، پاڻيءَ هوءِ.
(١١) هور آکه نه سگهيءَ ڪوءِ.

قيد ۽ ڇوٽڪارو يعني ڇوراسي لک جونين جو قيد ۽ مُڪتيءَ ۽ ڇوٽڪارو به مالڪ جي حڪم سان ٿئي ٿو! انهي ڪري ڪنهن کي مجال نه آهي جو اُهيءَ ڳالهه ۾ لوڪي ڪو چئي يا دخل ڏيئي سگهي؟

"آن مضيف جسم چون با بي خلاص،
بي تحده عالمي با بسي جديد."
(مولانا روم)

شرير ڏيڻ يا اُهي کان خلاصي ڪرڻ يعني دنيا ۾ آڻڻ يا مُڪتي ڏيڻ اهو مالڪ جي مرج تي آهي.

(١٢) جي ڪو کاءِ ڪُم آکڻ پاءِ.
(١٣) اوُهه جاڻيءِ جيتيا مُهه کاءِ.

جيڪو مورک ڪالي بي شڪر ٿي ٻيڙا لنئا مالڪ لاءِ ڪڇي ٿو، اُنهي کي آهو ۾ خبر پوندي ته ڪيترا هنجي مٿان لسي

(٣) ڪيتي منگهه جوڌ اپار.

(٤) ڪيتا ڳڻت نهي ويچار.

سنسار ۾ ڪيترا وڏا جوڌا ۽ پهلوان يعني وڏا وڏا ولي پيغمبر يوگيشور، ساڌ وغيره، خود مالڪ کي چون ٿا ته توُن پاڻ آسانکي ڏي. وري ٻين ڪيترن کي نه ڪوبه ويچار ۽ ڳڻتي ڪانهي ۽ هو مولائي آهن.

(٥) ڪيتي ڪسپ تنهه ويڪار.

(٦) ڪيتي ليءِ ليءِ مُڪر پاءِ.

ڪيترا ٿي دنيا جي وڪارن ۾ ڦاسي اَجايو ڪپي ڪاڄي مريو ٿا وڃن. هو جهڙا دنيا ۾ آيا تهڙا نه آيا. ڪيترا وري مالڪ کان وٺي ۽ وٺي مڪر ۽ بي شڪر ٿي اُليو وڃن ۽ چون ته صاحب اسان لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ اسين پنهنجي مڙسيءَ سان جهڙا آهيون تهڙا ٿيا آهيون؟

(٧) ڪيتي مورکه ڪاهي ڪاهه.

(٨) ڪيتيا دوکه ڀوکه سد مار.

ڪيترا نه مورکه دنيا ۾ آهن جي ڪابه پيا ڪائين جڳ لـه سنسار ۾ آيا ٿي رڳو کائڻ لاءِ آهن. وري ڪيترن جي متان نه دکه ۽ بکه جي دکن جي سدائين مار پيئي پوي.

”مايا منجهه مستان، مورکه رهن مست ري،
ڪال نه ڏسن ڪند تي، ڪشيو ٻيٺو ڪمان.“
(سامي)

(٩) ايهه ڀـه دات تيري داتار.

هت ديال پرش جي صاحبيءَ ۾ اهڙي عجيب ڳالهه ڏسي، صاحب ڏانهن رخ ڪري، گرو صاحب جن چوڻا ته هي داتارا اها ۾ تنهنجي دات ۽ مهر آهي (ڇاڪاڻ ته ڀلو، برائي ڪير ڪندو؟)

سي لوڙهون ڏين نه لاڳ، جي اُجهي آئون اُبري. "
(شاهه صاحب)

هي منهنجا سچا ٺاوڙدا لوڪ اسان جو اوليا، ٻڪ، اُجهو، آسرو ۽ پردو آهن. هو جيئن پر نه لهنجو آسرو اُلٽو ۽ پرلوڪ پر نه لون اسان جي اوٽ ۽ آسرو آهن. جيڪي لهندي شرن پر آيا آهن، تن کي جر جو ڏنڊ ڪرڻ لڳو ڏين ۽ اُهو ڪين معاف لڳو ڪرين.

## بوڙي ٣٥

سڀ پرش وڏو ڪريم ۽ رحيم آهي. دنيا جا ظاهري ڏک ۽ سور هنجي عين عنايت ۽ وڏي مهر آهن.
(١) نهتا ڪرم لکيا نـا جـاء.
(٢) وڏا داتا، تـل نـه طماع.
سچي سائينءَ جون ٻاهيون انتري قدر نه ڪيتريون آهن جو اهي لکڻ کان ٻاهر آهن. هو وڏو داتا آهي ۽ هنکي ڪنهن به ڳالهه جي ڏري به لالچ، طمع يا خواهش ڪانهي، يعني هو بي پرواهه ۽ بي غرض آهي.

" ڏاتـار لــه لــون ٻيا مڙئي منگتـا،
ميهن مدالتا وسٽا، سـدا وسيم لــون،
اگهه اچيم لون، لــه ميرالي مان لهان. "
(شاهه صاحب)

ڏاتار نه لون آهن، تو جيڙو ٻيو ڪو به داتا دنيا پر ڪوانهي. دنيا جا سڀ ماڻهو لوڪان پنندڙ ۽ گهرڻ وارا آهن. جي لون منهنجي الدو پر برگهت ڪين نه پوءِ مون ميريءَ، گنهگار جو ٿي مان لهندو.

(١١) وڏا صاحب اوچا ٿــاءُ .

(١٢) اوچي اوپر اوچا نـــاءُ .

اِهو سچو سائين وڏو صاحب آهي ، هنجو سيڻي کان مٿي آستان آهي ۽ هنجو اوچي کان اوچو نام آهي .

” صاحب تهنجي صاحبي عجـــب جهڙي آهه ،
وڏي سکهـــ سنديا، پـــاڻ وهيٺو آهيـــن،
وڏي سکهـــ سنديا، ٻاجهـن ڀريـــو آهيـــن،
مون کان مهر م لاهه، آئـــون تهنجي آهيان . “
( شاهه صاحب )

اي منهنجا خاونـد! تهنجـي عجيب بي الـت صاحبي ، حکومت يا وڏائي آهي . تون پنهنجو مٽ پاڻ آهين . تون وڏيءَ سکهه ۽ ٻاجهه وارو آهين . مان تهنجو ٻانهون ، غلام ۽ ٻــورو نوکر آهيان ۽ مون کان تون مهر جو هٿرو نه لاهج .

(١٣) ايوڊ اوچا هوويءَ کوءِ .

(١٤) تس اوچي کڻُ ، جاڻيءِ سوءِ .

مالڪ جي برابريءَ ۾ ڪو ايڏو هن جيڏو وڏو هجي جو هنجي برابري جاڻي ۽ سمجهي سگهي ؟ ٻاقي ٻئي ڪنهن جي جاءِ نه آهي ؟

(١٥) جيــوڊ آپ ، جاڻيءِ آپ آپا .

(١٦) نانڪ نــدري ڪــرمي دات .

جيڏو هو پاڻ وڏو آهي سو هو پاڻ ئي جاڻي ٿو . گرونانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته سڀ هو پنهنجي مهر جي نظر ديا ۽ ٻاجهه سان پيو ڪري ۽ پنهنجون داتيون به مهر سان پيو ڏئي .

” تون اوڀر ، تون اوڀڪـــو ، تون اڳهو تون اڳ ،
هـــيت تهنجو ڏکيو ، مهـــد پـــڄ تونهين ماڳـــ ،

خراب ڪندا. يعني جيڪي مالڪ کان سواءِ ٻين کي ٿا پوڄين سي رهجي ويندا.

**(٣) سمنڊ ساهه سلطان، گرها سيئي مال ڏن.**

**(٤) ڪيڙي ڏل نه هووندي، جي تس منهن نه ويسرهه.**

وڏا وڏا شاهه سلطان پنهنجي ڏن ۽ مال سميت ڪَئلسيءَ يعني مسڪين جي به مٽ نه آهن. جن کي مالڪ نٿو وسري انهن جي ڀيٽ ۾ غريب، مسڪين ماڻهو، جن کي مالڪ ياد آهي سي بادشاهن ۽ سلطانن کان به مٿي آهن.

## پوڙي ٢٤

٢١ ۽ ٢٢ پوڙين ۾ دنيا جي فيلسوفن وغيره جا خيال ڪرتار ۽ رچنا نسبت ڪيا جاڻائي، گرو صاحب جن سچي مالڪ جي نام جي هدايت ڏيئي، هن پوڙيءَ ۾ فرمائين ٿا ته ست پُرش جو ٻي انت آهي؛ وڏن کان وڏو آهي تنهنجي لون مهر جي نظر همت ڪر.

**(١) انت نه صفتي ڪهڻ نه انت.**

**(٢) انت نه ڪرڻيءَ، ديڻ نه انت.**

مالڪ جي گڻن جو انت ني ڪونهي. هن جي حڪمن جو به انت نه آهي. سچي سائينءَ جي ڪمن جو به انت نه آهي ۽ هنجي دات، مهر ۽ بخشيش جي به ڪا حد نه آهي.

**(٣) انت نه ويکڻ، سڻڻ نه انت.**

**(٤) انت نه جاپيءَ، ڪئا من منت.**

هن جي ڏسڻ جي به طاقت جو انت ڪونهي ۽ نه هنجي ٻڌڻ جي طاقت جو ڪو انت آهي. انهيءَ مالڪ جي من جي منصوبي يعني رٿ جو ڪهڙو مطلب آهي تنهنجو به انت نٿو

جا وڻندڙ؟ پنهنجي اصلي ڪم کي وس، هو آهي صاحب
کي سمري هن سان ملڻ جو.

”دل ۾ ڏيهي آهه، جنهن زبان لسان ڏٺي،
آهي سانگ ڏٺي، ڪون ڄاڻ نه شڪ ڪٿي.“

يعني جي سالڪ جي نام جو ڏيان پنهنجي اندر ۾ آهي
ته اهڪ جاءِ نه مالڪ سدائين لوسان آهي.

(١) سالڪي سالاهه، ايتي سرت نه پائينئا.

ماڻهو اندر هرش ۽ سمجهه لتا ركن نه سب كان وڏيڪ
ساراهه جوڳي هڪ اي نام جو پيدار سچو مالڪ آهي. ”نالڪ
ڳاريٽي ڪلي لڏان.“ ”نالڪ سدا ڏيالڻي ڏياون جوڳ.“
”ايڪو جنهن ايڪو سالاهه، ايڪ سمر اڪس من آهه.“

(٢) نديئا آتي واهه، پوهه سمنڊ نه ڄاڻيئهه.

پر ماڻهو وڃيو اون ٿا نديون ۽ ڍنڍون ۽ سمنڊ کي وسارڻ
ڇڏين، يعني سمنڊ روپي وڏي مالڪ کي ڇڏاو وڃو ديوي
ديوتائن کي پوڄين ۽ پوڄين، جي سمنڊ جي پيٽ ۾ واهه
نديون ۽ ڍنڍون آهن.

”سمنڊ جي سيوين، لسي مالڪ موڙنا،
ڇلر جي ڇولين، ان سان ڪوتاهه سٽيون.“
(شاعر صاحب)

يعني جيڪي سمنڊ جي عميق ۾ ٽٻيون ٿا هڻن ان کي اُپي
مالڪ موتي ملندا. باقي جيڪي ڍنڍن ۽ واهن ۾ ٿا ٻُڏيلن
انهن کي ڪوڙاون سٽيون ئي ملنديون.

”سڪر ساگر ڍولڻي، مالڪ همه ليئي،
ڍنڍ ڍنڍون ڍولينڊا، چيڪر همت ٻئي.“

جيڪي سڪرو ساگر کي ٿا پوڄين ان کي نام روپي مالڪ
ملندا. باقي جيڪي ڍنڍن ٿا ڍولين سي ڪب ۾ ئي همت

خراب ڪندا. يعني جيڪي مالڪ کان سواءِ ٻين کي ٿا پوڄين سي رهجي ويندا.

(٣) سمند سام سلطان، گرها سيئي مال ڌن.

(٤) ڪيڙي تل نه هووني، جي تس منهن نه ويسرهه.

وڏا وڏا شاهه سلطان پنهنجي ڌن ۽ مال سميت ڪيڙيءَ يعني مسڪين جي به مٽ نه آهن. جن کي مالڪ نٿو وسري انهن جي ڀيٽ ۾ غريب، مسڪين ماڻهو، جن کي مالڪ ياد آهي سي بادشاهن ۽ سلطانن کان به مٿي آهن.

## پوڙي ٢٤

٢١ ۽ ٢٢ پوڙين ۾ دنيا جي فيلسوفن وغيره جا خيال ڪرتار ۽ رچنا نسبت ڪيا ڄاڻائي، گرو صاحب جن سچي مالڪ جي نام جي هدايت ڏيئي، هن پوڙيءَ ۾ فرمائين ٿا ته ستپرش جو بي انت آهي ۽ وڏن کان وڏو آهي تنهنجي ٻون مهر جي نظر همت ڪر.

(١) انت نه صفتي ڪهڻ نه انت.

(٢) انت نه ڪرڻيءَ، ديڻ نه انت.

مالڪ جي ڳڻن جو انت ئي ڪونهي. هن جي حڪمن جو به انت نه آهي. سچي سائينءَ جي ڪمن جو به انت نه آهي ۽ هنجي دات، مهر ۽ بخشش جي به ڪا حد نه آهي.

(٣) انت نه ويکڻ، سڻڻ نه انت.

(٤) انت نه جاپيءَ، ڪيا من منت.

هن جي ڏسڻ جي به طاقت جو انت ڪونهي ۽ نه هنجي ٻڌڻ جي طاقت جو ڪو انت آهي. الهيءَ مالڪ جي من جي منصوبي يعني رٿ جو ڪهڙو مطلب آهي تنهنجو به انت نٿو

هي پيارا تون دنيا جا ليکا سڀ وساري اَلک سان اندر ۾ گڏج. هي اَمولڪ جنم حرفتن ۾ برباد نہ ڪر. دنيا جا ليکا، لک تور، عقل ۽ اَنڪلون وساري مالڪ کي اندر ۾ ڏس. تون جيڏي مرڻ ۽ هڪ ٿي مالڪ کي ڏيائي اُنهيءَ سان وڃي مل.

## (٥) نانڪ وڏا آکيئي، آپي جاڻي آپ.

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ اهو پريو ئي وڏو ۽ بي انت آهي. هو ئي پاڻ کي پاڻ جاڻي ٿو. ٻئي ڪنهن جي جاءِ نہ آهي جو هن جو اَنت لهي سگهي؟

”جيڏو تنهنجو نانءُ، پاڇهہ ٻہ اوڏائي مگان،
ري ٿيين ري ٿوڻين، تون ڇڙ تون ڇانو،
ڪچارو ڪهاڻ، توکي معلوم سڀڪا. (شاهہ صاحب)

اي مالڪ! جيڏو تنهنجو وڏو نالو آهي تنهنجي پاڇهہ ۾ مان اوڏي ئي گهران. تون ئي منهنجو اَجهو ۽ آسرو آهين، تون نماڻن جو ماڻ ۽ بي وسيلن جو وسيلو آهين. مان توکي ڇا ڇئي پاهران عرض ڪريان. تون جاڻي جاڻڻهار آهين.

## پوڙي ٢٣

١- ساراهي سمد ساراهہ، نہ ٿديون پائيون واهہ،
٢- ڪئليءَ نہ وسري نام، راجن ڪن تنهن سلام.

اَگين پوڙي ۾ عاقلن جي عقل ڏي اشارو ڪري فرمايائون تہ رچنا جي آد ڪنهن ٿي، اهڙن خيالن کي ڇڏ. اهو سمجهڻ ڪاٺي آهي تہ صاحب وڏو آهي. هن پوڙيءَ ۾ وري ساداڻن جو حال ڏسي فرمائين ٿا تہ اُنهي سچي شهنشاهہ جي شرن وٺ ۽ ڇڏ هنجا ڪم هلائيندڙ ديوي ديوتائون، جي تو اهي پنهنجا پوجہ يعني پوڄڻ وارا بنايا اٿيئي؟ انهن مان

**اُدالڪ** - جي اهو اَدرشٽ سوکيم (جيڪي نٿو ڏسڻ ۾ اچي) سچي ونڻ جو ڪارڻ آهي ته ٻوءِ نِرآڪار ڪيئن نہ درشيہ (جيڪي ڏسون ٿا) جو ڪارڻ ٿي سگهندو؟

**شويت ڪيتو** - جي ست سيني جي ٻاڙ آهي ته سيني ۾ ڏسڻ ڇو نٿو اچي؟

**اُدالڪ** - هي لوڻ جو ٽڪ پاڻيءَ جي دلي ۾ وجهه ۽ سڀاڻي وري اهو مون وٽ کڻي اچج.

ٻئي ڏينهن شويت آيو ۽ پٽس چيس ته لوڻ جو تو ڪالهه پاڻيءَ ۾ وڌو سو کڻي اچ. پر شويت ڪيتوءَ اهو لوڻ پاڻيءَ ۾ نہ لڌو. ٻوءِ پٽس چيس تہ هاڻي مٿان، وچان ۽ تري مان پاڻي ڪڍي چک. شويت ڪيتوءَ ائين ڪيو ۽ سڄو پاڻي کارو سمجهيائين.

**اُدالڪ** - جيئن هن پاڻيءَ ۾ لوڻ آهي ليڪن هن جڳت ۾ ست آهي؛ پر جيئن پاڻيءَ ۾ لوڻ نٿو ڏسين ليڪن لون ست کي نٿو ڏسين. اهو ست **سرو آتما** آهي، اهوئي رکو سچ آهي.

**شويت ڪيتو** - لوڻ تہ چکڻ سان پرکجي سگهجي ٿو. ست کي ڪيئن پرکجي؟

**اُدالڪ** - هڪ ڌڻي هڪڙي ماڻهوءَ کي لکيم پور ۾ رات جو چورن هنجون اکيون ٻڌي، ڌن ڦري، شينهن ۽ چيتن ڀريل جهنگ ۾ هڪي ڇڏي ڏنو. اُتي هن رڙيون ڪيون. ٻئي هڪ ماڻهوءَ کي ڪهل آئي ۽ هن اکيون ڇوڙيس ۽ لکيم پور جو ڏس ڏنائينس. اسانجا ڪرم اهڙا چور آهن، اسانجون اڇايون ٻڌيون آهن ۽ اسانجو ست گرو اُهو پرش آهي جو ست ڏي وٺي ٿو وڃيئون. اهو ست سرو آتما آهي اهو ئي رکو سچ آهي. اهو 'تت سو ئم سي آهي' يعني تون ئي آهين. مولانا روم بہ چيو آهي تہ "شمائيد". يعني تون ئي

ڪيهن نہ وس ڪي اهڙي سڌ نٿي رهي تہ مان ڪهڙي گل مان نڪتي آهيان؟ تيئن ماڻهن کي سڌ نٿي پوي تہ سندن جيو، ستيہ يعني سچ ۾ آرام ڪري ٿو.

شويت ڪيتو - پر جڏهن جيو ستيہ کان موٽي ٿو تڏهن اُهيءَ موٽ جي اسانکي سڌ ڇو نہ ٿي پوي؟

اُدالڪ - جيئن نديون سمنڊ ۾ پون ٿيون ۽ آسمان پاڻ جو روپ ڌاري آڪاش ۾ وڃي وري پاڻيءَ ۾ موٽن ٿيون، تيئن ماڻهو ستيہ ۾ آرام ڪري وري موٽي ٿو ۽ ندين وانگر هنکي موٽ جي سڌ نٿي پوي!

شويت ڪيتو - پاڻيءَ مان لهرون، گجي ۽ ڦوڪٽا نڪري، وري پاڻيءَ ۾ ناس ٿي وڃن ٿا تيئن جيو جڏهن ستيہ ۾ آرام ڪن ٿا، تڏهن ڇو نٿا ناس ٿين؟

اُدالڪ - هن وڏي وڻ جي پاڙ ۾ ڪهاڙو هڻندين تہ اُلي ڦٽ ٿيندس پر وڻ پيو جيئندو. اُن جي چوٽيءَ ۾ ڪهاڙو هڻندين تہ بہ وڻ نہ مرندو. پر جي ست ڪنهن ٽاريءَ کي ڇڏيندو تہ اها ڪومائجي مري ويندي ۽ جي ست سڄي وڻ کي ڇڏيندو تہ پوءِ سڄو وڻ سڙي ٿو وڃي. جڏهن سرير کي ست ڇڏي ٿو تڏهن شرير مري ٿو. جڏهن جيوت ٻيا شرير جي وڻ جي ڪنهن بہ ڀاڱي کي ست ڇڏي ٿو تڏهن اُهو ڀاڱو مري ٿو پر ست نٿو مري. اُهو ست **سرو آتما** آهي جا ٿي رکو سچ آهي.

سويت ڪيتو - ست نرآڪار آهي پوءِ هيءَ آڪار واري جُڳت مجهانئس ڪيئن نڪتي؟

اُدالڪ - هيءَ ٻڙ ٽڪر ٽڪر ڪر. هاڻي هيءَ ٻج جو اڪتو ٽئين کي بہ ٽڪر ٽڪر ڪر ۽ اُهن ٽڪرن کي بہ ٽڪر ٽڪر ڪر. هاڻي ڇا ٿو ڏسين؟

شويت ڪيتو - ڪي ڪين.

ٿيو ٿي، تيئن ھيءَ ھڪ سکيا ٻہ اھڙي آھي.

**شويت ڪيتو** - منھنجي گرن مونکي اھا سکيا ڪانہ ڏني، جي اڇين ھا تہ اھا ڏين ھا. ھي پتا! اھا سکيا توھين مونکي ڏيو.

**اُدالڪ** - ھي پيارا! آد ۾ رڳو ھڪ ھو، جنھن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪونھي. ٻيا چوندا تہ آد ۾ اُھو ھو، جو ڪين آھي. اُنھي مان سڀ جيڪي آھي سو پيدا ٿيو يا ڄائو. پر اِئين ڪيئن ٿي سگھندو؟ آنھہ، ناتھہ مان ڪيئن جي سگھندي؟ نہ، نہ ھي پترا جيڪي آھي سو ٿي آد ۾ ھو ۽ اُھو ھڪُ ٻئي ڌاران ھو. انھيءَ چيو تہ مان گھڻان ٿيان ۽ اُنھيءَ مان تيج ٿيو ۽ تيج چيو تہ مان گھڻان ٿيان ۽ اُنھيءَ مان پاڻي نڪتو. پاڻيءَ چيو تہ مان گھڻان ٿيان، اُنھي مان اَن نڪتو. جنھن مان تيج، پاڻي ۽ اَن نڪتو تنھن جيو آتما ٿي، ھنن ۾ پرويش ڪيو ۽ روپ ۽ نالا پرگھٽ ڪيا. ھي پترا تنھنجو من اُنھيءَ اَن مان ٿيو ۽ تنھنجو پساھہ اُنھيءَ پاڻيءَ مان ۽ تنھنجي واڻي اُنھيءَ تيج مان ٿي. تون جڏھن سپني بنا ننڊ ڪرين ٿو تڏھن تنھنجي جيو آتما اُنھيءَ ھڪ سان ملي ٿي. جيئن ڪو ڌاڳي ۾ ٻڌل پکي سڀ پاسي اُڏامي اُڏامي، تڪجي اُليئي وھڪ ڪري ٿو جتي ھو ٻڌل آھي. تيئن ھي پترا تنھنجو من سڀ ڪنھن پاسي اُڏامي اُڏامي، ڪنھن بہ ھنڌ آرام نہ لھي نيٺ پران ۾ وھڪ ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ من پران سان ٻڌل آھي. پران وري اُنھيءَ سان ٻڌل آھي جو سرو آتما آھي ۽ جو رڳو سچ آھي.

**شويت ڪيتو** - جي ننڊ مھل اُنھيءَ سچي ۾ آرام ڪريون ٿا تہ پوءِ ڇو اسانکي اھا سڌ نٿي پوي؟

**اُدالڪ** - ماکيءَ جون مکيون گھڻن گلن مان رس ڪڍي، اُنھن سڀني رسن کي اھڙو ھڪ روپ ڏين ٿيون جنھن ڪري،

هن سرشتيءَ ۾ لکين پاتال هيٺان پاتال ۽ لکين آڪاس مٿان ٻيا آڪاس ٻيا آهن. ويد اها ڳالهه چون ٿا ته آهي هيٺ مٿي ۽ سڀ هنڌ ڳولي ٿڪا مگر مالڪ جو انت نه پاتائون ۽ ليکي ليکي اکين لکون ئي انت ئي انت! چئي هو ماٺ ۾ ويهي ويا.

"آڪاشي واٽي ٻڌي جنهن کر گياس ساڻ،
تنهن مورس محبوبن جي، جاڻ ڪڍي جاٽي،
جئن گهاگهر لوڻ جسي، ٻرڻ هلسي پاٽي،
سند ۾ سماٽي، موٽي موٽي ڪيڏڪي."

جنهن گروءَ کان راهه ولي الله ۾ شبد کي ٻڌو، تنهن آپو ڪڍي مالڪ کي اندر ۾ ڏٺو ۽ اُهيءَ ۾ ئي هو لولين ٿي ويو. جهڙيءَ طرح لوڻ مان ٺهيل گهاگهر درياءَ مان پاڻي ڀرڻ ويئي پر درياءَ ۾ پئي اُهي ۾ ملي هڪ ٿي ويئي.

چالدوگيه اُپنشد ۾ لکيل آهي ته اُدالڪ رشيءَ جو پٽ شويت ڪيتو جڏهن ١٢ سال وديا پڙهي پوءِ وٽ موٽي آيو، تڏهن پٽس هنکي ايمالي ڏسي هن کان پڇيو ته "هي پٽ! تو پنهنجي گروءَ کان اها سکيا پاتي هئا ته، جنهن ڪري جيڪي ٻڌي نٿو سگهجي سو اسين ٻڌون ٿا ۽ جيڪي ڏسي نٿو سگهجي سو اسين ڏسون ٿا ۽ جيڪي ڄاڻي نٿو سگهجي سو اسين ڄاڻون ٿا. (جنهن کي حضور مهاراج بابا ساوڻ سنگهه جن Unwritten and law unspoken language ڪري چيو آهي ۽ گرو نانڪ صاحب جن چيو آهي ته:-

"اکاڻ باجهون وکتا، بن ڪنان سنتا، جهيا باجهون بولتا"

شويت ڪيتو- بابا اها سکيا ڪهڙي آهي؟

اُدالڪ- جيئن مٽيءَ جي هڪ پتر مان جيڪا شيءِ ٺهيل آهي سا ڄاڻجي ٿي، سون جي ٽڪر مان ٺهيل زيور جي سڌ

۽ ڦل جي اپا آهي. سنتن موجب ڪنوار ڪي ڪپي گهوٽ، ڪپڙا ۽ مٽيا گهوٽ سان يا گهوٽ کان پاڻيهي پوءِ ملندا. دنيا جي ماڻهن کي ڪپن ڪپڙا ۽ مٽيا، گهوٽ نه ملي ته نه ٿي سهي. تنهن ڪري سنت نام جو ئي اپديش ڪندا آهن پر پين سدارڪن جو زور آهي دان وغيره ۽ پين اهڙن ڪمن لي، جن کي هو ڀيالي جو ڪم ڪري ٿا سمجهن ۽ انهن جو هو هت ڦل ٿا چاهين.

## پوڙي ٢٢

٢١ پوڙيءَ ۾ فرمايائون ته پراڻن ۽ قران کي به مالڪ جي رچنا جي آد جي خبر ئي ڪانهي؟ هن پوڙيءَ ۾ فرمائين ٿا ته نون رچنا جي آد انت جاڻڻ ۾ مٿو نه ڪپاءِ. ويد به مالڪ کي پي انت چئي بس ٿي ويا. تون مالڪ کي وڏو جاڻي پنهنجو ڪم ڪري وڃ. يونان جي روشن دماغ پليٽو (افلاطون) جنهن جهڙو وڏيڪ روشن دماغ دنيا ۾ نه ٿيو آهي اهو به رچنا جي ساري عمارت لاءِ، پنهنجي عقلي خيالن مان پوري ۽ ٺيڪ پيڙهه ٺاهي نه سگهيو؟ جيتوڻيڪ انجي ڪيترين ٽڪرن يا ٿورين نندين ڳالهين جي پروليين پيڇڻ ۾ هن انصاف ڪيا هوا. اهو حال ڏسي سنت علم ۽ عقل کان، مالڪ جي عشق کي مٿي رکندا آهن جنهن سان صاحب ملي. اکين ٿسان پردا لٿا ۽ وچر بل پرپتم جو منهن ڏٺو ته پوءِ هنجو پيد پاڻيهي پيو کائنس ملندو. تنهنڪري ٢١، ٢٢، ٢۴ ۽ ٢٥ پوڙين ۾ اجائي گيان کي ڇڏڻ ۽ مالڪ جي مهر هت ڪرڻ ۽ هن سان ملڻ تي زور رکيو اٿن. پهريائين جيئڻ، پوءِ گيان.

(١) پاتالا پاتال، لکم آگاسا آگاس.

(٢) اوڙڪ اوڙڪ پال ٿڪي، ويد ڪهن اڪ وات.

ولو سڪ جيءَ سان، ڪنهن ٻرميءَ ٻچائي،
موڄ ملي ماڻي، سدائين ساوي ڇني.”

يعني الڪ ٻرش هيءَ سهڻي رنگ ۽ رلڪي رچيا رچي، الهيءَ ڳالهه کي هن ٻردو ڏار آهي يعني اُڃهو رکيو آهي. اها خبر اُلهي ٻرٻميءَ کي ٿي ٻوي جو هن سان ماڻي هندي ٻريم ۽ سڪ ۾ رلو پيو آهي. اُهولي اها موڄ ماڻيندو.

(١٤) نانڪ جي ڪو آيو جاڻيءَ،
آڳيءَ ڳڻبا نه سو هيءَ.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪو پاڻکي وڏو ٿو سمجهي ۽ چريتو ته مولڪي مالڪ جي سڀ سڌ آهي اُهو اڳيان، مالڪ جي درٻار ۾ ڪين سوهندو ۽ هو ذليل ۽ شرمندو ٿيندو.

”لکين لباڙي (ٻٽاڪي) ڳالهيون ڪن اڪر جون،
ورلو ڪو ويچار سان ويهي ويچاري.“

ڌيان ڏيڻ جهڙيون ڳالهيون:- ٻي سٽ ’سٽيا ميا مِن ڪيتا پاءِ‘ الهي جو ساڳيو مطلب پنجسيءَ پوڙيءَ جي ”ڪاوڻتي سٽيتي من رکيتي پاءُ“ جهڙو آهي. هن پوڙيءَ جي پهرينءَ لڪ ’نبرته لپ دنيا دسه دان، جيڪو پاويءَ لل ڪا مان‘ وارو ساڳيو خيال ڇهين پوڙيءَ واري سٽ ۾ ’تيرته ناوان‘ واريءَ لڪ جهڙو آهي. الهيءَ ۾ عام دنوي ماڻهن جو ڌرم ڏيکاريل آهي. هن پوڙيءَ ۾ وري سنتن سادن جي ڌرم جو ڪجهه بيان ڪيل آهي. سنت ۽ ساڌ ڄاڻن ٿا ته جيڪي آهي سو مالڪ پاڻ آهي تنهنڪري هو هن سان پريم رکن ٿا. هو پڻ ڄاڻن ٿا ته سڀ جيو جنت سچي مالڪ جو اولاد آهن ۽ اسان جا ڀائر آهن ۽ اسين هڪ ئي پادل مان نڪل ٿيا آهيون. عام دنوي ماڻهن کي اهڙو خيال نه آهي. هنن جي پر اُپڪاري ڪمن ۽ دانن ۾ وڏو سڌن آيو، مان وڏائي

(٩) ٽت وار نا جوڳي جاڻيءَ،
رت ماهه نه ڪوئي.
جوڳين کي به اُنهيءَ ٽت ۽ وار يعني موسم ۽ مهني جي
خبر نه آهي ته ڪڏهن سرشٽي ٿي؟
(١٠) جا ڪرتا سرنڍي ڪئي ساجي،
آپي جاڻيءَ سوئي.
جنهن ڪرتار هن سرشٽيءَ کي بڻايو آهي، سو ئي اهو
سڀ پاڻ ڄاڻيٿو.
سڌ اُنهيءَ ٿي وري سوال ڪن ٿا ته:-
(١١) ڪِوَ ڪر آکا ڪِوَ سالاهي،
ڪو ورني ڪو جاڻا؟
مالڪ کي ڪيئن ڪري چئون، ڪيئن ساراهيونس، ڪيئن
هن جو ورڻن يا بيان ڪريون ۽ ڪيئن ڄاڻونس؟
گرو صاحب جن جواب ٿا ڏين ته:-
(١٢) نانڪ آکڻ سڀڪو آکيءَ، اِڪ دو اِڪ سڻاڻا.
هرڪو مالڪ جي ساراهه پنهنجي نموني پيو ڪري ۽ هڪ
ٻئي کان وڌيڪ عقل وارا ۽ سياڻا پاڻ کي وڌيڪ سياڻا سمجهي
پيا هن جي تعريف ڪن پر "سڀڻ جي سوڀيا چئي وڃي نه
واتَ سان."
(١٣) وڏا صاحب وڏي نائي، ڪيتا جا ڪا هوويءَ.
اهو مالڪ وڏو صاحب آهي، وڏو هنجو نالو آهي ۽ هيءَ
رچنا سڀ هن جي ٿيل آهي.
" الڪه پرک آٿي، رچنا رچي رنگ پري،
اڪيون وينو آنٽيو، پست پردو ٿاٽي،

”پرڀ ڪي سمرن، تيرٿ اشنالي،
پرڀ ڪسي سمرن، دوکھ مالي.“ (سکمني)

(۳) سڀ گڻ تيري مين ناهي ڪوءِ،
وڻ گڻ ڪيتي ڀڳت نه هوءِ.

هي مالڪ! تون سڀني گڻن جو ڀنڊار آهين ۽ مان گهڻڪار اوگڻن سان ڀريو پيو آهيان. سڀ گڻ ۽ تنهنجي ديا ڪان سواءِ ڀڳتي اصل نه ٿيندي؟

(۴) سئستِ آتِ باڻي برماءُ،
ستِ سهاڻ سدا مَن چاءُ.

واه واه! تون آهين تنهنجا ڀڳت، تون آهين تنهنجي شبد جي جهنڪار ۽ تون آهين انهن جي سدائين تنهنجي لاءِ سڪ ۽ پيار.

(۵) ڪوڻ سُ ويلا، وقت ڪوڻ، ڪوڻ تٿ ڪوڻ وار.
(۶) ڪوڻ سِ رتي، ماهُ ڪوڻ، جت هوئا آڪار.

هاڻي سڌ گرو صاحب جن ڪان سوال ٿا پڇن ته اها ڪهڙي ويل، وقت ۽ تاريخ هئي، ڪهڙو ڏينهن هو، ڪهڙي موسم هئي، ڪهڙو اهو مهنو هو، جڏهن هن سرشٽيءَ جي رچنا ٿي؟

(۷) ويل نه پائيا پنڊتي، جو هووءِ ليکُ پراڻُ.

گرو صاحب جن انهيءَ سوال جو جواب ٿا ڏين ته سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ جي وقت جي سڌ پنڊتن کي به ڪانهي؟ ڇاڪاڻ اها ڳالهه پراڻن ۾ به لکيل ڪانهي جو هو پڙهي ٻڌائي سگهن؟

(۸) وقتُ نه پائيو قاديئان، جه لکن ليکُ قران.

قاضين کي به انهيءَ وقت جي خبر نه آهي ڇاڪاڻ ته جي قران شريف ۾ اهو لکيل هجي ها ته پوءِ اهو هو ڄاڻن ها؟

مالڪ جي درٻار ۾ وڃون؟ ڪهڙي نه اُلٽي سمجهه!

(٦) نانڪ حڪمي آوهه جاهه.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته سڀ جيو مالڪ جي حڪم سان ڦل پائين ٿا ۽ دنيا ۾ جمن مرن ٿا ۽ جونيون ڀوڳين ٿا.

"قضا ڪين ٽري، جيئن اَمر اِلاهي ٿيو." (شاهه صاحب)

## پوڙي ٢١

پوڙي ڪندڙ نام آهي جو شبد جو جوهر آهي ۽ نه تيرٿ دان وغيره. نام سان ئي آتمي جي ملينتا ڌوپي ٿي.

(١) تيرٿ تپ دئيا دت دان،

جيڪو پاوي‌ءِ تل ڪامان.

تيرٿ، تپ ۽ ديا سان ڏنل دان جو جيڪو ڦل پائيٽو تنهن جي سچي سائينءَ جي درٻار ۾ تر جيترو به مان، وڏائي يا اهميت ڪانهي. چڱن سرشت ڪمن جو ڦل ضرور ملندو پر مالڪ نه ملندو. مالڪ وٽ نام يا شبد جي وڏائي ۽ قدر آهي.

"ورلو واپاري سودو ڪري سچ (شبد) جو،
پري ڪيمپ ڪميا جا، پڳت جي پاري (هڙ)،
سامي لوڪ پرلوڪ جي، سڌ رکي ساري،
ڪري نيزاري (نٽڙت) سمک ٽٽي شاهن جي."

(٢) سڻيا منئامن ڪيتا ڀاءُ، آنترگت تيرٿ مل ناءُ."

جڏهن جيو نام جو پڇن سمرن ڪندو ۽ من ۾ هو مالڪ لاءِ وشواس، پريم ۽ ترڦ پيدا ڪندو، تڏهن اندر ۾ هنڪي اهو تيرٿ حاصل ٿيندو جنهن ۾ هنجي سڀ من جي مَل لڪري ويندي. اُنهيءَ جي ئي مالڪ وٽ وڏائي آهي.

ميري ڪپڙي کي ٻڪو ۽ ساڳو رنگ ڪين لڳندو آهي ليڪن ميريءَ سرت کي نام جو رنگ لڳو لڳي. صاف ٻولي سرت جو آڌار جلد ٿيندو آهي. ٿڪڪري پهچي چال چلڻ ٻهر ٻن سڌاري صاف پاڪ ڪجي-

”سيوا صاف دوش مٽجن، پريم ڪا ٿر پرالي،
ٻڄن ڪي ريهه، ٻاڙ ڪي پاڻي، ٻرهه ڪي اڳن جرائي،
ٻڪتي لڌي جهان لس دن ٻيتي - تا ٻرمل مل مٿل ڪڍوائي.“

”وٻد پراڻ ٻڙهي - مٿل نه مٽي من جي،
ڪپ تيرٿ سادن ڪري، ڏلو ڳٺا مجهه وڙي (وڃي)
سمجهه ري سامي چئي، اٿسي مٿل چڙهي،
ٻکي ٻرم ڪپڙي، ملسي مهد جنن (ستن) سان.“

يعني تيرٿن ڪرڻ يا ڳٺا ٻ رهڻ سان ڪا من جي مٿل ڪا نه لهندي؟ اها من جي مٿل لهندي، ستن سان ملي نام جپڻ سان.

### (۴) پڌي پاڙي اڪڻ ناهه -
### ڪر ڪر ڪرتا لکہ لڳيءَ جاهه.

ڌرماء وقت پڄي ٻاٻن ڪرڻ واري ڪي الهن ٻاٻن جي ٻڌائڻ جي ضرورت نه آهي، چاڪاڻ ته هنن ليڪو قدرتي ٽيپ رڪارڊ ۽ ٽيليوزن ٻ ٻرٻو وٻو آهي يعني چترگپت. اهي ٻوٽا ۽ آواز ڀيو ڀري. اهي سڀ ڳالهيون موت کانپوءِ درٻار ۾ پاڻيهي ظاهر ٿينديون.

ڪالي ڪوڙ نه ڪر، ڪنهن سان ٿر جيترو،
اهو واڪ وساهه سان، هردم هرڏي ڌر.“ (سامي)

### (۵) آپي بيج آپهي کاهه

جيڪي ٻوڪيندا سين سوئي لڻندا سين. مرچ ٻوڪي ڪڻڪ ڪيئن لڻندا سين؟ ڪرٻون تا پاپ ڪرم ٻر سڌون رکون تا نه

محلات آهي. ماٿوءَ جو شهر سندس گاديءَ جو هنڌ آهي. سندس قلعو انسان جو دسوئون دوار آهي. سندس ڀنڊارو جيو جو هردو آهي. سندس ڪوٺڙيون ماٿوءَ جي شهر جون ٧٢ ڪوٺڙيون آهن. اهڙيءَ طرح جيڪي ٻه هنڪي ڏيائين ته، ان وقت هو حاضران حضور آهي.

## ٻوڙي ٢٠

نام سان ئي من جي مَل لهندي، جيڪي ٻوڪيندا سين سوئي لٽيندا سين. سڀ مالڪ جي حڪم سان ٿئي ٿو.

(١) ڀريئَيءَ هٿ ڀڱر ڏن ڏيهه،
پاڻي ڌوتيءَ اُترس کيهه.

جيڪڏهن هٿن، پيرن، ۽ بدن تي مَل آهي ته اها پاڻي جي ڌوئڻ سان لهي ويندي.

(٢) موت پليٽي ڪپڙ هوءِ،
دي صابڻ لئيئيءَ اوهه ڌوءِ.

جيڪڏهن ڪو ڪپڙو موتر سان پليت ۽ گندو ٿئي ٿو ته پوءِ صابڻ سان اُهو صاف ٿئي ٿو.

(٣) ڀريئَيءَ مت پاپا ڪي سنگ،
اُهه ڌوپيءَ ناويءَ ڪي رنگ.

جيڪڏهن ڪنهن جي بُڌي، مت ۽ سمجهه پاپن جي سنگ ۾ گندي ٿي وڃي ته پوءِ اُها نام روپي پاڻيءَ سان ڌوپجي صاف ٿي ٿئي. اُنهيءَ جي صاف ٿيڻ جو ٻيو ڪو به اُپاءُ ڪونهي؟ سرت روپي ڪپڙي جي مَل لڏهن ڌوپندي ۽ انهي جو اڌار لڏهن ٿيندو، جڏهن ستگروءَ روپي ڌوٻي ملندو ۽ تنهن جي ديا سان ئي سرت جي مَل دور ٿيندي. جيئن

”الڳ ازلي آهه قادر، تو بري ۽ ناتري.“

يعني جيڪي نه اصيب ۾ هولدو سو ضرور ليندو ۽ ترلدو اصل ڪين؟

(۸) جن ايهه لکيءِ، تس سر ناهه.

مالڪ جنهن هي سڀ ليک لکيو آهي تنهن جي مستڪ جي ڪجهه نه لکيل آهي يعني هو اليک ۽ ليکي کان ٻاهر آهي ۽ پرالبد ۽ سڀني ڪرمن کان آزاد ۽ نرالو آهي.

(۹) جو فرمائي تو تو پاهه.

جيئن جيئن هو فرمائي ٿو تيئن تيئن سڀني کي ملي ٿو.

(۱۰) جيتا ڪيتا تيتا ناءُ، وڻ ناويءِ ناهي ڪو ٿاءُ.

جيترو نه مالڪ ڪيو يا اُپايو آهي سو سڀ نام مان ٿي ليو آهي ۽ نام يا شبد کان سواءِ ڪابه جڳهه سرشٽيءِ ۾ خالي نه آهي.

”شبدي ڌرتي شبدي آڪاس، شبدي شبد ڀيا پرڪاش،
سگلي سرشٽي شبد کي پاڇي، نانڪ شبد گهٽي گهٽ آڇي.“

(۱۱) قدرت ڪوڻ ڪها ويچار،

واريا نه جاوا ايڪ وار.

مالڪ جي قدرت جو ڪير بہ ويچار ۽ بيان ڪرو ڪري سگهي؟ مان انهي مالڪ تان صدبار ٻلهار وڃان!

(۱۲) جو تڌ ڀاويءِ سائي ڀلي ڪار،

تون سدا سلامت نرنڪار.

هي سچا سائين! جيڪي نه تون چڱو ٿو سمجهين انهيءِ ۾ ئي اسانجو ڀلو آهي. تون سچو اڪال پرک لاثاني حاضران حضور آهين.

ڪنهن سچ هي وڏن ڪيو آهي نه سچو جڳت مالڪ جو

جا هند آهن. تون سڀ جي اندر وسين ٿو.

"پيڏا مڪان واهه واهه، جت ڪٿ وسين تون"

(سچل)

## (٢) اڳم اڳم اسڪم لوءِ.

سرشٽيءَ ۾ بيشمار اهڙا لوڪ ۽ منڊل آهن جنهي ڀوڇي لٿو سگهجي ۽ جن جي خبر ني ڪاڻ تي پوي؟

## (٣) اسڪم کهم سر پار هوءِ.

انيڪ ماڻهو سرشٽيءَ جو حساب ڪتاب پيا لڳائين ۽ انهيءَ بار سان ڀهڄو دماغ پيا کپين، پرين ۽ خراب ڪن، ڇاڪاڻ ته مالڪ جي قدرت جو بيان ڳاڻاپي کان ٻاهر آهي؟

## (٤) اکري نام اکري سالاهه.

ماڻهو اکرن رستي ني نام جي ۽ مالڪ جي ساراهه ٿا ڪن پر هن کي ڏنو ڪونه اٿن. ڏسڻ کان پوءِ هو سچي ساراهه ڪري سگهندا جا تيمدي جيئن 'گنگي گڙ کاڌو.'

"الله الک اپار، خود خداءِ وڏا بي شمار."

## (٥) اکري گنان گيت گڻ گاهه.

اکرن جي ني وسيلي ٻاهريون گيان ٿئي ٿو ۽ مالڪ جا جا گڻ ۽ گيت ڳايا وڃن ٿا.

## (٦) اکري لکڻ بولڻ باڻ.

اکرن جي ني رستي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي عادت پوندي.

## (٧) اکرا سر، سنجوگ وکاڻ.

اکرن جي ني وسيلي للاٽ يا مستڪ ۾ سنجوگ ۽ ونجوگ يعني ميلاپ ۽ جدائي يا مالڪ يا گروءَ جو ملڻ ۽ چوراسيءَ جو چڪر لکيو پيو آهي.

"ڌر ڪرم پايا، تسڪو نام هرکي لاگهه."

چوائي! اڃا الله ٻي ٻيو سگهي ۽ ڇري ٻيو نه مان ابتر اي
آهيان. مشرڪ پاس ڪري پاڻکي مشرڪ چوائيندو، پوءِ ٻي
اي پاس ڪندو ته ٻي اي چوائيندو، ائين اي ڪندو ته ائين اي
چوائيندو. انسان ته محسوس ڪري ٿو ته مٿين منزلن تي چڙهي
جڏهن برهم روپ ٿيو، ته پوءِ پاڻکي برهم چوائي ۽ تنهن کان
پوءِ مٿي چڙهي حق تائين پهچي ته پوءِ پاڻکي 'انا الحق'
چوائي يعني جڏهن مٿي چڙهي سرب روپ ٿئي، ته پوءِ هولند
بيشڪ ڇري ته جيڙو صاحب لڙو مانا جيو کي ڳهرجي نه
واسط جو 'اهم برهم' ڇڏي هيٺين محلن مان نڪري نج ڏام
۾ وڃي ايڪتا جو مزو ماڻي.

"جتي ايڪ دوءِ ڪجهه ڪٿا نه جائي، انسي پد ۾ جاءِ سمائي."

ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب، سوامي جي مهاراج، بابا جئمل سنگهه وغيره کي ته پڪ هئي ته سڀ جيڪي آهي سو هو ۽ پاڻ الهيءَ جو انس هوا. الهيءَ حال معلوم هئڻ سان ته ٢١ ورهه ڪبير صاحب ڪبير چولري ۾ سرت شبد جو ابياس ڪيو، گرو نانڪ صاحب جن روڙا استان تي ١٤ ورهه ابياس ڪيو، سوامي جي مهاراج جن ١٧ سال آگري ۾ اونداهيءَ ڪوٺي ۾ ابياس ڪيو، بابا جئمل سنگهه ننڍڙي جهوپڙيءَ ۾ ورهه، بياس نديءَ جي ڀرسان اجاڙ ۾ ابياس ڪيو. هنن ڳالهين مان سڀ ڏيکارين ٿيون ته جيو کي ڪمائي ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. اهڙن مهاپرشن ته پاڻکي نيچ چوايو :-

"نانڪ ميهه نيچ ڪرمان، شرن پڙي کي راکو شرمان."

سنتن جا ڪتاب ۽ ٻاڻيون ٻڌائين ٿيون ته رچنا ۾ جيڪي آهي سو جيترو ڪ مالڪ جي انس آهي ته ۾ هنجي حڪم اندر آهي.

(ا) اسنگهه ناو، اسنگهه ٺاو.

- هي مالڪ! تنهنجا بيشمار نالا آهن ۽ ايڪ تنهنجي رهڻ

ڏنو آهي سو ڪنگو ٿو ٿئي.

سنتن جي پيڊ جا ٿايل موجب، رچنا کان اڳ نہ ضرور مالڪ هڪ ئي هوندو. پر ڀا وڏيڪ نہ نہ ڪونہ هوندا؟ رچنا آئي ڪٿان؟ ضرور انهيءَ مالڪ مجهان ئي آئي هوندي؟ گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ:-

"آپي سچ ۽ ڪيا ڪر جوڙ، انڊج ڦور جوڙ وڇوڙ."

يعني پاڻئي سچ آهي ۽ پاڻ مان ئي هن رچنا پيدا ڪئي آهي يعني سڀ پاڻ ئي آهي. پر هيءَ ڳالهہ بہ نہ صفا آهي جيئن گرو صاحب جن ٢٧ پوڙي ۾ چون ٿا:-

"رنگي رنگي ڀاتي ڪر ڪر، جنسي مايا جن اُپائي."

رچنا ۾ انيڪ درجا آهن. هيڏانهن سچ تہ هوڏانهن ڪرڪيٽو؛ هيڏانهن بلوط جو شاهي وڻ تہ هوڏانهن سيڻور، هيڏانهن مڻش تہ هوڏانهن ڪيڙو ن. مڻش سڀني ساهوارن ۾ وڏو يعني 'اشرف المخلوقات' آهي. پر مڻش ۾ بہ درجا آهن. ڪيڏانهن اسين ۽ ڪيڏانهن جهنگلي شيدي زلؤ. ڪيئن ۾ بہ تہ مالڪ جي ذات پاڪ انش آهي! سو واچڪ گيانين جو چوڻ تہ 'اهم برهم' يعني مان برهم آهيان سو ٺيڪ ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ جي سڀ جيو برهم آهن تہ پوءِ سکيائن ڏيڻ جو مطلب ڪهڙو؟ بلڪ ڪنهن کي چوڻ تہ تون برهم آهين سو بہ بيهودو ٿيو. برهم کي ائين پڌائڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟ جيو تہ فقط حقيقت ڏي نظر ڪري ڇڏي تہ هڪڙا برهم نادان آهن ۽ ٻيا برهم داناهہ آهن. نادان برهمن کي لنهن ڪري ڪچي تہ داناهہ ٿين ۽ مٿي چڙهن. من ۽ مايا جي بہ چيتن جا هيٺيان روپ آهن (جيئن ڪير جا روپ ڏڌ ۽ جهڻ آهن) اُنهن روپن کان نيارا ٿين ۽ پوءِ هو برهم جي حد تي پهچي بيشڪ چون تہ 'مان برهم آهيان.' اڃا پار شادي ئي نہ ڪئي آهي پر چوي تو تہ مان گهوٽ آهيان! ڪهڙي نہ اجائي ڳالهہ. وڏو تي شادي ڪري تہ پوءِ مڙس

”سڀني جي سنسار مٿي، جو موهيو من مستانو آهه،
گهر ڳڻ ماڙيون محل نه پنهنجا، تن من ڌن بيگانو آهه،
جاڳ مسافر ڪر سالباهو، ڪيڏو ليسٽ روانو آهه،
دنيا جنهن کي ڄاڻجي ٿو، سا پاڻ مسافرخانو آهه.“
(بيوس)

## پوڙي ۱۹

سچي سائينءَ جا اَيڪ نالا آهن ۽ اڻڳڻ وهڻ جا هنڌ آهن.
جيڪي آهي سو هوءَ آهي. سڀ شبد روپ آهي. سڀ ڪي بندس نام اڪريل آهي. پاڻ ئي حڪم کان ٻاهر آهي.

مٿين ٽن پوڙين ۱۶، ۱۷، ۱۸ ۾ گرو صاحب جن وچنا ۽ شبد جو ڀيد ۽ وچنا ۾ چڱائي، بڇڙائيءَ جو هٽڻ ڏيکاري، سڀ جي ايڪتا جو ورلن نا ڪن نه جيڪي ٻه آهي سو سچي سائين جي نام، شبد يا چيتن ڌارا جو روپ آهي. سڀ وڻ ٽڻ، جانور، انسان وغيره چيتن ڌارا سان ڀرپور آهن ۽ سڀني ۾ ساڳيو چيتن روپ آهي. ڪامل سنتن کي خبر آهي نه وشيش لج چيتن روح ۽ روح جو ڀنڊار ست پرش آهي.
هن پوڙيءَ جي وچن مان، مالڪ جا پيارا ڪوجي الهن وچن جو قدر جاڻندا ۽ سمجهندا. ڪي واچڪ گياني پاڻکي اڀم برهم چوندا نا ولن نه مان برهم آهيان. پر حقيقت ۾ پنهنجي ذات جي ڪين خبر ئي ڪانهي؟ ايڪتا جو ڀيد پروڙڻ بلڪل ڏکيو ڪم آهي! جيئن سوامي جن فرمايو آهي نه:-

”ڪهڻي ۾ آوڻ نهي پورا، الٽا سلٽا ڪرت بکان.“

يعني اصل ڀيد يا مطلب جي ڪين سڌ ئي ڪانهي پر اٿڙو سبتڙو ڪري هر مطلب سمجهائين ٿا. مالڪ جي ڀيد جي سچائيءَ جي ڳالهه نه ڏسڻ جي آهي ۽ ڪي چوڻ جي آهي، جنهن نه

آهيان ۽ تنهنجي شرن ۾ آيو آهيان .

”هر نيچ منّـــي ايماني، دوجي پـــاء وڪار،
گر پارس ملئي، ڪنچن هوء، نرمل جوت اپار.“
(محله ٣)

مان نيچ گندو، ايماني ۽ وڪارن ۾ ڀرپور آهيان.
جڏهن هي مالڪ! تون اپار نرمل جوت وارو پارس روپي
گرو تي موکي ملندين، تڏهن مان جو ڪوڙو لوهه آهيان سو
سچو سون ٿيندس .

”نانڪ مهن نيچ ڪرمان، شرن پرئي ڪي راکو شرنا .“

مان نيچ ڪرمن وارو تنهنجي اچي شرن ۾ پيو آهيان،
هي گروا تون موکي شرن ۾ رک .

## (١٠) واريا نه جاوا ايڪ وار.

موکي هڪ دفعو به توتان قربان ۽ ٻلهار وڃڻ جي طاقت
ڪانهي .

## (١١) جو تڌ ڀاوي ساڻي ڀلي ڪار.

جيڪي به تون ستو سمجهين ٿو، انهن ۾ منهنجو ڀلو آهي.
هوميشه ۽ خوديءَ جي ڪري اسين رضا تي راضي ڪا رهون،
تنهن ڪري دک ٿا ڏسون .

”خوديءَ منجهه خراب، موڙڪه لوڪ اپار ٿيا .“ (سامي)

”يقين فرمـــان، ميـــو محبـــوبن جـــو،
لن ڪوري ڪپي ڪيڏيو، اَلڊ مون ايمان .“

## (١٢) تون سدا سلامت نرنڪار .

هي پروردگار تون اڳ به هئين، هينئر به آهين ۽ پوء بـ
هوندين . پر انسان پاڻ کي سچي جي سنسار ۾ سلامت سمجهي
ويٺو آهي .

## (٦) اسنکر ڪوڙٿار ڪوڙي ڦراهہ.

دنيا ۾ گهڻيئي ڪوڙا آهن جي رات ڏينهن ڪوڙ پيا ڪمائين. اهي چوراسيءَ جي چڪر ۾ دک پائي پيا مالها والڪر ڦرندا.

”ٿاءُ نہ پائن ڪوڙا، مهن ڪالي دوزخ چاليا.“

ڪوڙا ٿانءُ نہ پائيندا ءُهو نرڪن جا دک ڀوڳي ايڪ جنم پيا ولندا.

## (٧) اسنکر مليڇ مل ڀکر کاهہ.

دنيا ۾ ايڪ مليڇ پاپي آهن جي پاپ ڪري ڪائين لنا، ڀين کي لڳي ڦري پنهنجا پيٽ ڀرين ٿا ۽ گوشت وغيره کائين ٿا. ڇا مالڪ وٽ انهيءَ جو حساب نہ ڏيڻو پوندو؟

”آل مل کائي، سر ڇائي پائي.“

لڳيون ڪري کائي، انسان پنهنجي سر ۾ ڇائي ڳو پائي يا ڏور لو وجهي.

## (٨) اسنکر نندڪ سر ڪرهہ پار.

دنيا ۾ گهڻيئي ماڻهو آهن جي ٻين جون گلائون ڪري انهن جي پاپن جو بار پاڻ تي ٿا وجهن. گلا ڪرڻ منهين لڀار آهي جا نن ڏوين کي لي ڦٽي. هڪڙو جيڪر گلا ڪري، ٻيو جيڪر گلا ٻڌي، ٻئي جڻن جي گلا ٿئي.

## (٩) نانڪ نيچ ڪهي ويچار.

گرو صاحب جن هٿ پاڻ کي نيچ ٿا چون. ڏسو ڪيڏي نہ نهٺائي ۽ حليمي سندن ۾ آهي. سنت اوچا آهن، خود خدا آهن پر هو پاڻکي هميشه رکي نيچ ٿا چون ۽ نهٺائي، ۽ نماڻائي ۽ حليميءَ جو مثال اسان اڳيان پيش ٿا ڪن.

”هر لر گٺيار نيچ اجان، نانڪ نمري سرن ٻرکہ ڀڳوان.“

مان لرکڻ آهيان مون ۾ ڪرڻ گڻ نہ آهي، نيچ آڻجاڻ

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته مان توهان کي سمجهائي ٿو ۽ منهنجو چيو مڃي انهي کي سچ سمجهو ته جنهن جو توهين گلو ڪپي گوشت کائو ٿا، اهي ساڳيا جانور توهان جو گلو ڪٽيندا.

"ڪبير خوش کانا کيچڙي، جا مهه امرت لون،
هيرا (گوشت) روٽي ڪارني، گلا ڪٽاوي ڪوڻ."

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته کچڙي ڀاڄي امرت روٽي آهي ۽ گوشت کائي پنهنجو گلو نه ڪپايو ۽ نڪي جانور ٿيو.

"مانس (ماس) کائي ڪرهه نواز، ڇري وڍائڻ ٿن گل لاڳ."

جيڪي گوشت کائي نمازون ٿا پڙهن ۽ جانورن جو خون ٿا ڪن ۽ جيڪي ماس کائڻ وارا جيترا پاڻي پوٽيون ٿا پڙهن، سي سڀ دوکي ۾ آهن. جن جي اندر ۾ جيون لاءِ ڪهل ۽ درد نه آهي، سي ٻاهرين ڌرمي رهڻين ٻي هلي دنيا کي ۽ پاڻ دوکو ٿا ڏين، پر مالڪ کي هو ڪڏهن به دوکو نه ڏيئي سگهندا؟

## (٥) اسنکم پاپي پاپ ڪرجاهم.

دنيا ۾ بي شمار پاپي آهن جي طرحين طرحين جا پاپ ٿا ڪن.

پاپ من سان ۽ شرير سان ٿيندا آهن. ڪنهن ڏانهن خراب خيال موڪلڻ، گلا ڪرڻ اهي من جا پاپ آهن. شرير جي اندرين جا پاپ آهن، پرائي استري ڏانهن بري نظر ڪرڻ، وغيره اهو اکين جو پاپ آهي. ٻين جا عيب ۽ گلا وغيره ٻڌڻ اهو ڪنن جو پاپ آهي، هٿن سان ڪنهن کي ستائڻ ۽ پيرن سان ٻيڙن هلڻ لي وڃڻ اهو وري پيرن جو پاپ آهي. اهڙي ۽ طرح گهڻيئي پاپ آهن.

## (٤) اسلڪم گل وڍ هتيا ڪاهم.

دنيا ۾ گهڻيئي ڪاسائي آهن جي جانورن جا گلا ڪپي، ڪهي ٻيا ڏيا ڪن. جانور کي ڪهڻ ۽ ماس کائڻ بابت سنت فرمائين ٿا ته:-

"جي رت لڳي ڪپڙي، جاما هوءِ پليت،
جي رت پيوهه مانسا، تن ڪيون نرمل چيت."
(گرو نانڪ صاحب)

جيڪڏهن اسانجي ڪپڙي کي رت لڳي ته اهي کي پليت سمجهي ڌوئون ٿا پر جيڪي ماڻهو جانورن جو رت ٿا پيئن يعني گوشت کائين ٿا، تن جو چت نرمل ڪيئن ٿيندو؟ انهن جي شرير ۾ مالڪ ڪيئن پرڪٽ ٿيندو؟

اهي بابت هيٺيان ڪبير صاحب جا شبد گروگرنٿ صاحب ۾ ڏنل آهن.

"پاڪ (گوشت) ماڇلي سرابان، جو جو پراني کاهه،
تيرٿ، ورت، نيم ڪيئي، تي سيئي رسائل جاهه."

يعني گوشت مڇي وغيره جيڪو ماڻهو کائيندو انهن جا ڪيل تيرٿ، ورت، نيم سڀ ناس ٿا ٿين.

"ڪبير زوري ڪيئي ظلم هيءَ، ڪهيا نسا حلال،
دفتر ليکا منگئيءَ، تب هوئيگو ڪئون حوال."

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته اسين زبردستي ۽ ظلم ڪري جانورن کي ليٽائي انهن جي گلي تي ڇري وهائي ڪهون ٿا ۽ پوءِ چئون ٿا ۽ انهن کي حلال ڪري اٿون. پر جڏهن ڌرمراءِ وٽ انهن ظلم جي ڪمن جو حساب پڇندا تڏهن اوهين انهن ڪمن جو ڪهڙو جواب ۽ دليل ڏيندا؟

"ڪهتا هون ڪهه جات هون، ڪها جو ماني همار،
جن ڪا گلا تم ڪاٽت هو، سو ڪات هي تمار."

## (٢) اسنگهه چور حرامخور.

دنيا ۾ انيڪ چور ٺڳ ۽ حرامخور آهن ۽ ڪيترا مالڪ جي ڌن جا ٻه چور آهن ۽ مالڪ جي ڏني جا بي شڪر آهن. مالڪ هنن کي گهٽوڻي ڏنو آهي ۽ ڏني پيو پر هو ڏيڻ واري جي ڪا به يادگيري ۽ ڀڳتي نٿا ڪن ۽ اهڙيءَ طرح هو حرامخور آهن.

”جو جو چور ڌن ــن کي پرائي، سو سو دک سهين،
آلس نيند ستاوي اُن کو، نــت نــت پرم ٻهين،
ڪام ڪرود کي ڏکي ڪاوڻ،
لوڀ ندي ۾ ٻوب مرين.“
(سوامي جي مهاراج)

## (٣) اسنگهه امر ڪر جاهه جور.

انيڪ ماڻهو آهن جي ٻين مٿان حڪم هلائي، زبردستي ڪري اُنهن سان ظلم ڪن ٿا۽ انهن جو حق دٻائين ٿا ۽ ماڻهن جي دل دکوئين ٿا.

”حڪم ڪيتي من ڀاودي، راهه ڀيڙيءَ آگيءَ جاوڻا،
ننگــا دوزخ چاليا، تــا دسيءَ کــرا ڏراوڻــا.“
(گرو نانڪ صاحب)

دنيا ۾ من ماڻي ڪري ٻين تي زوري ٿا ڪرين پر اها ڳالهه نٿا سمجهون ته موت کان پوءِ راهه ڏاڍي ڏکي آهي ۽ ڪٿي جي ڪيتي لاءِ نرڪن ۾ دک ڏسڻا پوندا.

”ظلم زوري، زبردستي، جفا ۽ جور جن مون ڪيو،
قيامت ۾ اُهي ٿــوري، وليــا وهڙن ولائيندي پس.“
(شاهه صاحب)

جيڪي جهان ۾ ٻين سان ظلم زبردستي ڪري اُنهن کي دک ٿا ڏين سي موت کان پوءِ نرڪن جا دک ڏسندا.

جي ٻيار ۾ لنو لڳائي ويٺا آهن.

(٨) قدرت ڪوڻ ڪٿا ويچار وارڻا نه حاوا ايڪ وار.

مان مالڪ جي ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ قدرت جو ويچار ڪري بيان ڪريان ۽ اُنهيءَ مالڪ تان هڪ دفعو نه پر ڪيئن ڀيرا مان ٻلهار وڃان!

(٩) جو تڏ پاويءَ سائي پلي ڪار،
تُو سدا سلامت نرنڪار.

هي صاحب! جيڪا ڪار توکي وڻي سائي ڀلي آهي.
هي نرنڪار تون سدائين قائم دائم ۽ لاثاني آهين.

## پوڙي ١٨

مورک ڪوڙ ڪلر ۾ پنهنجي عمر پيا برباد ڪن. هو طرحين طرحين جا پاپ ڪري هن دنيا مان هاراٽي هليا ٿا وڃن ۽ انهن اموٽڪ جنم مٽيءَ ۾ ٿا ملائين.

(١) اسنکہ مورکہ انڌ گهور.

دنيا ۾ بيشمار مورک آهن جي مالڪ جي طرف انڌا آهن ۽ سنسار جي گهور انڌڪار ۾ پيا آهن، جنکي نه مالڪ ياد آهي ۽ نڪي انهيءَ جي سچي خبر اٿن.

"مورک تو ساري پنهنجي هٿين پالکي،
لڳي مايا موهه جي، ڪوڙي لنو لاڙي،
ڏسي نه سار سروپ کي، سامي سنباري،
کيڙ مجھه ڳاري، تو هيرا لعل انڻ ملها."

دنيا ۾ مورک ڪوڙي مايا جي موهه ۾ ڦاسي، پنهنجي هٿن سان پالکي پير ماري. هو الله ۾ مالڪ کي نٿو ڏسي ۽ هيرن جهڙو پنهنجو جنم پيو برباد ڪري.

انهن شين کان پاسو ٿا ڪن. انهن سڀني فقيرن جي سڪ ۾ ئي هي منهنجو دردي حال اڄ تيئن آهي.

(۴) اسنکم ڀڳت، گڻ گيان ويچار.

اُنيڪ مالڪ جا ڀڳت آهن جي مالڪ جي گڻن جي گيان جي وسيلي ويچار ٿا ڪن.

”سوئي سدت ڀڳت، سوئي ڀڳت گيانوان،
مرگ ترشنا جي جل جان، ڏنو جنهن جڳت،
مٿيائي‌ن مت مون، ساهي مٿا مت،
اُنيڻ آلسر لت، پائي پرچو پاڻ ۾.“

اُهوئي سچو ڀڳت گيانوان آهي جيڪو رڃ وانگر دنيا کي ڪوڙو سمجهي، من مان دنيا جو پيار ۽ موهه هٽائي ٿو ۽ پنهنجي اندر ۾ مالڪ کي پرگهٽ ڪري، آنند ۾ رهي ٿو.

(۵) اسنکم سٽي، اسنکم داتار.

دنيا ۾ بيشمار ستوادي ۽ وڏا داني پرش آهن.

”ستيئا من سنتوک اُپجي، دڻي ڪري ويچار،
دي دي منگهه سهسا گڻا، سوڀ ڪري سنسار.“

دنيا ۾ گهڻيئي ماڻهو آهن جي سچ تي هلڻ وارا آهن ۽ سنتوش ڌارين ٿا. ٻه وري ڪي اهڙا ۾ آهن جي دان ڪري دل ۾ اها خواهش ٿا رکن ته، جيڪي ڏنو اٿون تنهنجو سئو ڀڃ ملنديون ۽ ماڻهو اسانجي ساراهه ڪن.

(٦) اسنکم سور مهه ڀکه سار.

هن سنسار ۾ اهڙا ڪيئي سورما پيا آهن جي منهن تي تلوار جا ڌڪ کائي ڪانئرن وانگر پٺ ڏيئي لڙائيءَ مان نٿا ڀڄن.

(٧) اسنکم مون لو لاءِ تار.

جهان ۾ ڪيئي ماڻهو آهن جي ڳالهائڻ بند ڪري مالڪ

جا وري ڪيترائي نمونا آهن.

## (٢) اسنڪر گرنٿ مک ويد پاٺ.

ڪٿي گرنٿ آهن ۽ ڪيترا لسي گرنٿن ۽ ويدن جا واسه سان پاٺ پيا ڪن.

” پڙهيو ڪــا پڙهن ڪڙهن ڪين قلــب ۾،
پاٺا ڏوهه چڙهن، جيئـــن ورق وارن وڌا.“
(شاهه صاحب)

يعني ڪيترا ماڻهو زکو ٻاهران زبان سان پيا پڙهن پر عمل نٿا ڪن. جيئن جيئن گهڻو ٿا پڙهن تيئن تيئن هو پاڻ لــي وڏيڪ ڏوهه پيا چاڙهين. ڇاڪاڻ ته ڏوهن جي نتيجن جــي خبر هوندي به هو ڏوهه ڪن ٿا.

” اکر پڙهه الف جو ورق ســـب وسار،
اندر تون اجـــار، پنا پڙهندين ڪيترا؟“
(شاهه صاحب)

هڪڙو اکر يعني لفظ مالڪ جي نام جو جپ ڪر ۽ ٻيا سڀ ڪتاب وساري ڇڏ. اندر کي صاف ڪر، اجايا پنا ڪيترا پڙهندين؟

”پڙهه پڙهه ڪي سب جڳ موئا، پنڊت ڀيا نه ڪوءِ،
ڍائي اکشر پريم ڪي، پڙهي سو پنڊت هوءِ.“
(تلسي صاحب)

## (٣) اسنڪر جوڳ، من رهڻ اداس.

بيشمار جوڳ جا طريقا آهن ۽ ڪيترائي جوڳي آهن جن جو ڌيان دنيا ڏانهن ڪونهي يعني هو وراڳي ۽ اداسي آهن.

”جوڳي جال ڏنام، پر ڪو ورلو ليي ڪاٻڙي،
هي وتي وستن ۾ وڃا، هـو لــي لوڪ لڙهام،
تنين ڪاڻ ٿيام، هٿ هٿ، هيڙا حال اڙا.(سچل)

ڪوڙا جوڳي دنيا جي سامان ڏانهن پيا ڊوڙن پر سچا

# پوڙي ١٧

سنسار ۾ ڪيترن ئي نمونن سان بيشمار جيو مالڪ جي ڀڳتي ڪن ٿا ۽ هنجي وڏائي جو ويچار ڪن ٿا جنهن جو ڪو ٻه انت نه آهي.

**(١) اسنکه جپ اسنکه ڀاءُ، اسنکه پوجا اسنکه تپ تاءُ.**

سچي سائينءَ جا انيڪ جپ، تپ ۽ ياد ڪرڻ جا بيشمار طريقا دنيا ۾ آهن ۽ هن جا بيشمار ڀڳت ۽ پريت ڪرڻ وارا آهن. جپ ڪرڻ جا ڪيئي قسم آهن. مسلمان فقيرن الهيءَ جا نالا عربيءَ ۾ ڏنا آهن ۽ هندن سنتن سنسڪرت ۾ (١) ذڪر جلي يا ونڪري جپ، جو زبان سان ڪيو ٿو وڃي، جنهنجو آواز ٻين جي ڪنن تائين پهچڻ ۾ اچيٿو. اهو سڀني جپن کان گهٽ درجي جو آهي. (٢) ذڪر خُفي يا مڌيما تپ، جو هردي سان جپيو وڃيٿو. ڪن ٻڌ ڪرڻ سان اهو ٻڌي سگهجي ٿو. اهو ونڪريءَ کان وڌيڪ ڦلدائڪ آهي (٣) ذڪر قلب يا پشيئنتي جو دن يعني ناڀي ڪمل سان ڪيو وڃيٿو. اهو مڌيما کان بهتر جپ آهي ۽ اهو جوڳي ڪندا آهن. (٤) ذڪر روح يا پرا جپ، جو سرت سان ڪيو وڃيٿو. الهيءَ جو انيو سماڌيءَ ۾ ٿئي ٿو. اهو سڀني کان وڌيڪ ۽ بهتر جپ آهي.

تپ ۾ ڪيترن ئي قسمن جا آهن (١) شرير جو تپ (٢) حواس جو تپ (٣) دل جو تپ (٤) انفاص جو تپ. شرير جي تپ جا وري ڪيئي نمونا آهن (١) اگن يا جل جو تپ جو باهه يا پاڻيءَ جي وچ ۾ ويهي ڪجي (٢) حواس يعني اندرين جي روڪڻ جو تپ، هڪ ٽنگ تي بيهي ڪجي يا ٻانهون مٿي ڪري ڪجي وغيره (٣) دل جو تپ يعني دل کي ڪنهن شغل ۾ لڳائڻ يعني ڪنهن جو ڌيان ڪرڻ يعني جيئن شغل نصيرا يا شغل محمودا (٤) انفاص جو تپ يعني دم يا پراڻايام جو تپ. الهيءَ

لکيو آهي ته :-

"In the begining was the Word, and the Word was with God and the Word was God. All thing were made of Him; and without Him was not anything made that was made."

انهيءَ جو مطلب آهي ته شبد مان ئي سڀئي رچنا پيدا ٿي آهي.

(١١) قدرت ڪوڻ ڪها ويچار،
وارڻا نه جاوا ايڪ وار.

ڪهڙيءَ تنهنجي قدرت جو مان ويچار ڪريان؟ هڪ ڀيرو ته ڇا سوين هزارين ڀيرا مان توتان قربان وڃان.

(١٢) جو تد ڀاويءَ سائي ڀلي ڪار،
تون سدا سلامت نرنڪار.

هي مالڪ! جيڪي توکي وڻي ٿو سو ئي اسانجو ڀلو آهي. هي نرنڪار! تون سدائين قائم دائم آهين.

"آنڪه رضا باشد، عيش و طربي باشد." (مولانا روم)

جيڪو مالڪ جي رضا ۾ راضي رهي ستڙش ٿو ڪري، تنهن کي سک ۽ آرام ملندو.

"گرو ڪي موج رهو لو لاءِ، گرو ڪي رضا سنڀالو سار،
گرو جو ڪرين سو هت ڪر جان، گرو جو ڪهين سو چت ڌر مان،
شڪر ڪي ڪرتا سمجهه وچار، سک دک دونهي حڪمت ڌار."
(سوامي جي مهاراج)

تون سدائين گروءَ جي موج ۾ رهه. جيڪي به هو ڪري ٿو تنهن ۾ تنهنجو ڀلو آهي ۽ تون هن جي رضا ۾ راضي رهه. جيڪي به گرو ڪري ٿو تنهن ۾ تنهنجي چڱائي ۽ ڀلائي آهي ۽ جيڪي به گرو چوي ٿو سو ڌيان ڏئي ٻڌ ۽ انهيءَ موجب ڪر. سدائين تون شڪر ڪر. جيڪي به دک سک توکي ٿئي ٿو تنهن ۾ تنهنجي چڱائي آهي.

لـالو ڏوم يعني شبد آهـي جـو ديا يعني ديال پـرش جو
پت يا انس آهي. اُنهيءَ کي ديال پرش سنتوش جـي ست
جي کپي ڏاڍي سان ٻڌي سرشٽيءَ جي ڪارواڻي لاءِ ٿاڦيو
يعني رکيو آهي.

”شبدي ڌرتي شبدي آڪاش، شبدي شبد ڀيا پرڪاش،
سگلي سرشت شبد کي پاڇي، نانڪ شبد گهٽي گهٽ آڇي“

شبد جي آڌار تي ڌرتي آڪاش، سج چنڊ سڀ رچنا
بيٺي آهي. اهو شبد هر ڪنهن جي اندر آهي.

(۵) جيڪو بجهيءَ هوويءَ سچيار-
ڌولي اوُپر ڪيتا ڀار.

جيڪڏهن ڪو غور سان جاچي ويچار ڪري سمجهي ته،
ته پوءِ کيس اهو راز يا سچ معلوم ٿيندو، ته انهيءَ شبد روپي
ٻڪي تي ڪيترو نه سرشٽيءَ جو بار آهي؟ تـه پوءِ اهـوڙي
سچيار ٿيندو يعني اُنهيءَ کـي ئـي اندروني سچ جـي خبر
پوندي ته سڄيءَ رچنا جو آڌار شبد آهي.

(٦) ڌرتي هور پري هور هور-
تس تي ڀار تلي ڪوڻ جور.

گرو صاحب جن اِنهيءَ عـام وهم يـا خيال کي تـه ٻڪو،
ڌرتي سڱن تي جهليو بيٺو آهي، ڪولي اِنهيءَ ڳالهه کي پڇي
صاف ڪري سمجهائين ٿا ته، هن ڌرتيءَ کان پري مٿان ٻيون
به ته گهڻيئي ڌرتيون آهن ۽ اسانجي ڌرتي کـان هيٺ به ته
گهڻيئي ڌرتيون آهن. جيڪڏهن اُنهن سڀني ڌرتين جو ايڏو
ڳرو بار هڪ ٻڪو پنهنجي مٿان جهلي بيٺو آهي تـه پوءِ تنهن
جي پيهڻ لاءِ بـه هيٺان ڪو زور يـا آڌار کپي يعني اِنهيءَ
ٻڪي هيٺان به ڪا ڌرتي گهرجي؟ گرو صاحبن جن جو سڄو
مطلب اهو آهي تـه ماڻهو جـو چونتا ته ٻڪو ڌرتيءَ جـو بار

خالي گهر ۾ پيو ٿيا ڏلي ٻرهمڪي ڪاڏي لاءِ ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. ليڪن اسين هن چوراسيءَ جي جيل خاني ۾ پيا ڦرون. جيڪو جيو نام جي ڪمائي نٿو ڪري سو پنهنجو دين ۽ دنيا ٻئي برباد ٿو ڪري.

”گرو آکس شبد دارو سرڌاريو، گهر مندر آن وساليئي؟“

آسانجو خيال ٽيسري ٽل ڪان هيٺ لهي مٿ مٿ ۾ دنيا ۾ پيو ڦهلجي. من هڪ ڪن لاءِ به ڏيان ۾ نٿو جمي. جيستائين من هڪ هنڌ نه جمندو تيسين هو پنهنجي گهر ٿرڪڻيءَ ۾ نه وڃي سمائبو.

(٣) جيڪو ڪهيءَ ڪريءَ ويچار،
ڪرتي ڪي ڪرڻي ناهي شمار.

جيڪڏهن ڪو مالڪ جي قدرت جي ڪرڻيءَ لي واچار ڪندو ته آخر ڪيس اهين چوڻو پوندو ته ڪرتار جي ڪرڻيءَ يعني رچنا جو ڪو شمار ئي ڪونهي؟

”قدرت تنهنجي قادرا، ڏسي من ٺري،
ڪالي سلطان لين، ڪالي در در ڀيک ڪرين،
ڪالي لک لٽائن ڏينهن ۾، ڪالي ڪوڏيءَ ڪاڻ مرين،
ڪالي صورت هر سردار لين، ڪالي مرهين ڏوق ڏري،
ڪالي زوراور ظالم لين، ڪالي ڏسي روپ ڏرين،
ڪالي اليلو اڏ سد (سمت) لين، ڪالي ٻُڌيءَ منجهه ڳرن،
ڪالي گيان ڪرين گلزار ٿي، ڪالي سڏڪي ساهه ڀرن،
من واڻيءَ ڪون ٻري، آهي صفت (ساراهه) تنهنجي صاحبا.“
(سامي)

(٤) ڏول ڌرم دئيا ڪا پوت،
سنتوک ٿاپ رکيا جن سوت.

الهيءَ بيشمار رچنا جو بار ڪنهنڌ هڪ ٻڳو آهي جنهنجو

"خاموش پنج نوبت، بشنوز آسماني،
که آسمان بيرون، ز آن هفت و اين شش آمد."

يعني تہ خاموشيءَ سان تون پنج نوبتون يا آواز ٻڌ. اهو آسمان اُسانجي ستن آسمانن ۽ ڇهن چڪرن کان ٻري آهي. وري اڳتي لکن ٿا تہ:-

"هر روز پنج نوبت، بر در او،
همين کو بند کوس کبريائي."

يعني هر روز اُنهي جي دروازي تي پنج خدائي نغارا وڄن ٿا.

## (٢) پنچيءَ سوهه در راجان، پنچا کاگر ايڪ ڌيان.

اهي، پنج شبد انهيءَ پياري راجائن جي راجا جي دروازي تي سوڀيا ڏيئي رهيا آهن. اهي پنج شبد مالڪ جي ملڻ جا ساڌن آهن ۽ هرهڪ انسان جي اندر آهن، مگر انهن جي کلڻ جي ڪنجي يا ساڌن هڪ ئي ڌيان آهي.

"ڪني ڪيڙو جوڳ، ڪني لپ تيرٿ ساڌن ڪيا،
ڪني دان، پن، جگ هوم ڪيا، ڪني لياڳو پوڳ،
ڪني ويد پران پڙهي ڪري، سڀ ڇيتايو لوڪ،
مٽيو نهنجو روڳ، جنهن کي ساڌي مليو ستگرو."

مالڪ جي ملڻ لاءِ ڪيترن ئي يگيہ، لپ، دان ڪيا ۽ گهر ٻار لياڳيو. ڪن وري پوڄيون، ويد شاستر پڙهيا ۽ ڪتابون بين کي ٻڌايون. پر اُنهن کي ئي مالڪ مليو، جن کي ستگروءَ شبد جو رستو ڏنو ۽ جن نام جي ڪمائي ڪئي.

"شبد وسار، تنا نور نہ ٿاو، پرمي پولي جتن سنجهي گهر ڪان،
هلت پلت تني، دووي گوائي، دکي دکہ وهاونيتان."

جن شبد کي وساريو آهي اُنهن کي لوڪ پرلوڪ ۾ ڪٿي بہ وهڻ جي جاءِ ڪانهي؟ اهو انهن آهي جيئن ڪو ڪانءُ

والگر مثرو ڪير آهي، جي جيون کي اُنهي سچي پادشاهہ جي
دربار سچکنڊ ۾ ولي ٿا وڃن.

" گهر ۾ گهر دکلاءِ ڏي، سو ستگر پرک سڄان،
پنج شبد ڌنڪار ڌن، باجي شبد نشان."
(محل ١)

يعني جيڪو پنجن شبدن جي وسيلي، اندر يعني شرير ۾ مالڪ جو درشن ٿو ڪرائي، اهو ئي سچو ستگر آهي، جو پروردگار ۽ سمه پرش جو روپ آهي.

" پنج شبد تنيان پورن ناد، انهد باجي اَچرج بسماد."
(محل ١)

يعني پنجن شبدن جي وسيلي، انسان سهج سماڌي ۾ اچيتو يعني سچکنڊ پهچي ٿو.

" باجي پنج شبد، تسمه گهر سڀاگي،
گهر سڀاگي شبد باجي، ڪلا جمه گهر ڌاريا،
پنج دوسه وس ڪيتي، ڪال ڪنٽڪ ماريا."

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ اهو انسان سڀاڳو آهي جنهن جي اندر ۾ پنج شبد پرگهٽ آهن. شبد جي ٻڌڻ سان اُهي ڪال جا پنج دوسه ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار ٻڌي ٿا وڃن ۽ من وس ٿو ٿئي. تنهن کان پوءِ ئي ڪال مرلبو يعني مرڻ جو ليکو پورو ٿي مڪتي ٿي ملي. مولانا روم صاحب جن فرمايو آهي تہ:-

" بهشتم فلڪ لوبعہ، پنج پاسي،
چرخيم زشش جهت، برڪنده باشي."

يعني اوهان هيلين جهن چڪرن مان نڪري جڏهن لون ستون آسمان ۾ پهچندين تہ اُتي توکي پنج نوبتون يا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا. شمس تبريز صاحب جن فرمائين ٿا تہ:-

(۱) پنچ پروان پنچ پرڌان،
پنچي پاوهہ درگهہ مان.

پنج شبد آهن جي مالڪ جي درگاهہ ۾ قبول آهن. اهي مکيہ ۽ معزز آهن. اهي پنج شبد آهن (۱) نرنجن (۲) اوم (۳) ررن يا ررنگ اُنوا رام (۴) سوهنگ (۵) ست نام. انهن پنجن شبدن جا پنج جدا جدا لوڪ آهن (۱) سهس دل ڪنول (۲) ترڪٽي يا برهم (۳) سن، مهاسن يعني دسوان دوار يا پاربرهم (۴) ڀونر گفا (۵) سچکنڊ. چاڪاڻ تہ اندر ۾ هرهڪ مقام تي جدا جدا شبد آهي ۽ هرهڪ مقام يا منزل جو مالڪ علهدو علهدو آهي، انهيءَ ڪري انهي منزل جي مالڪ جو نالو ۽ اُنهي جي ڌن ٻڌڻ ضروري آهي. اندر ۾ پنج منزلون آهن تنهنڪري پنج نام آهن. اهي پنج ٻوڙيون يا ڏاڪا مالڪ وٽ پهچڻ جا آهن.

"شبد شبد ٻوڙي هم رچي، چڙهہ چڙهہ پهنچي نگري سچي،
پانچ نام ڪا سمرن ڪرو، شام سيت ۾ سرت ڌرو."
(سوامي جي مهاراج)

يعني تيسري تل ۾ جتي من ۽ آلما جي ڳنڍ ٻڌل آهي، اتي سرت جمائي، ڌيان ڪري، پنجن نامن جو سمرن ڪري، پنج استان يا لوڪ پار ڪري، سچيءَ نگريءَ يعني سچ کنڊ ۾ اچي پهچي.

"سرب نڌان مهہ هرنام نڌان، جپ نانڪ درگهہ پروان."
(سکمني)

يعني دنيا ۾ سڀ ڌن يا خزانو نام جو ئي آهي. اهوئي مالڪ جي درگاهہ ۾ پهچڻ جو مکيہ رستو آهي.

"آپي راجن، پنچا ڪاري (محلہ ۱)

مالڪ يعني ست پرش راجا آهي، جنهنجا پنج ڪم ڪندڙ آهن يعني مالڪ وٽ پهچائڻ لاءِ مالڪ، پنجن شبدن کي ڏيارين

# پوڙي ١٦

٨ ڪان ١٥ پوڙيءَ تائين "گاوڻي سڀئي مِن وڪيئي پاءِ" جو تفصيلوار بيان ڪري ھاڻي ڀاؤ ڀيا سان وڪيءَ سو پڌائيندا. ڀاؤ مالڪ پرھنڻ گھرجي. مالڪ شبد سروپ آھي. شبد جو ڀيد ۽ ڪاروائي گرو صاحب جن ھن پوڙيءَ ۾ پڌائين ٿا. ٨ ڪان ١١ پوڙيءَ تائين سڻڻ لاءِ چيو ويو آھي. جن کي اھا شبد جو ڀيد معلوم نہ آھي سي سمجھن ٿا تہ، ڪنن سان ٻڌڻ، گيت ۽ ڀاڻون ڳائڻ اھو شبد آھي. ١٢ ڪان ١٥ پوڙيءَ ۾ منڻ يعني چت سان ھنڊائڻ جو ذڪر ڪيو ويو آھي ۽ اُنھي جي معني ڌيان ڪرڻ بہ آھي. پر ھن پوڙيءَ ۾ پڙھڻ ۽ سمجھڻ سان معلوم ٿيندو تہ ان ۾ اھڙي يعني ڌيان ڪرڻ جي ڳالھ آھيئي ڪانہ. ڦقط ھڪ لڪ آھي ' پنچا کا گر ايڪ ڌيان '. جنھنجو مطلب آھي تہ شبد ڌيان ڪرڻ سان ھٿ ايندو. ھن سڄيءَ پوڙيءَ جو مطلب آھي تہ شبد سان ڀاؤ يا پيار ڪريو. ٨ ڪان ١١ پوڙيءَ تائين سڻڻ بابت يعني ھر ھر ڌيانڻ بابت چيل آھي. "سڻئي لاڳي سھج ڌيان"، اھو آخرين ذڪر آھي. پر ھن پوڙيءَ ۾ جيڪو ڌيان چوندا سو ٻھرين ذڪر آھي، جنھن سان شبد ھٿ ايندو. سوامي جي مھاراج جن چيو آھي تہ "وہ شبد آدر سي آتا- لون سن سن کر کيا گاتا." يعني سچو شبد سچکنڊ کان اچيٿو. لون ڀاھران راڳ ٻڌي ۽ ڳائي، الين نہ سمجھ. تہ اون کو شبد پيو ٻڌان يا ڳائين؟ وڌيڪ ھو فرمائين ٿا تہ:-

"کھٽ ۾ ٻھي ولاسا، ديک ديک مٿن ٻاٿون ھاسا."

نعب... جي الدز اھو شبد گولڇجي رھيو آھي، جنھن... ...ان سچو آنند ملي ٿو.

جي وامت آهي. اها اوياري وڃڻ واري راهه آهي نه لهواري وڃڻ جي. انهيءَ رستي کان خودي، آپي ۽ مان مان ڪرڻ وارو ڪين هلي سگهندو؟ جنهن پاڻ مان 'مان' ڪڍي ۽ انهيءَ جاءِ تي 'تون' وڌي، اهو ئي مالڪ جي راهه ۾ هلي پياري پرينءَ کي پائيندو. مالڪ وٽ وٺي هلڻ وارو رستو ڏکيو آهي، نازڪ ۽ عيش آرام طبيعت وارن لاءِ نه آهي. انهيءَ سچي رستي تان هاڻ وارا راتيون جاڳي، سوڀل اٿي، پرپر سڪ سان سچي محبوب کي ياد ڪري ڳوڙها ٿا ڳارين ۽ انهيءَ رستي تان هلي هو جيئري ٿا مرن، من کي ٿا مارين خودي وڃائين ٿا ۽ رضا تي راضي ٿا رهن.

هڪ ماڻهوءَ اچي پنهنجي يار جو در کڙڪايو. يار اندران پڇيس ته ڪير آهين؟ چيائين ته 'مان' آهيان تنهن تي يار اندران ئي جواب ڏنس ته هليو وڃ، تنهنجي واسطي هت جاءِ نه آهي، هڪ گهر ۾ ٻه 'مان' ڪٿا ماپي سگهن؟ ويچارو عاشق ويندو رهيو ۽ دوست جي فراق ۾ پئي ڦٿڪيو ا سال کان پوءِ وري يار جي در تي آيو ۽ اچي در کڙڪايائين. دوست اندران ئي پڪاريو ته ڪير آهي؟ هن چيو ته اي محبوب! ”تون در تي آهين.“ جواب آيو ته هاڻي جڏهن 'مان' آهيان نه اي 'مان'! اندر اچ.

”ڪيئن ماپيندا مـن ۾ خودي ۽ خدا،
ٻن ترارن جاءِ، ناهي هڪ مياڻ ۾.“
(شاهه صاحب)

يعني هڪ ئي من ۾ خودي ۽ خدا نه ماپندا جيئن ٻه ترارون هڪ ئي مياڻ ۾ ڪين ماپي سگهنديون آهن؟ پنهنجي من مان آپو ڪڍ ته پوءِ اٿي مالڪ جي وهڻ جي جاءِ ٿئي.

هي پراڻي ! نون نام جي پنهنجي پوڪ پوڪي ڪمائي ڪر. ڪميا جي ڪاياڻيءَ سان نون نون اندر مان ڪام، ڪرود وغيره کي ڀڄاءِ. پنهنجي ڀڳتيءَ جي ٻنيءَ چوڌاري گروءَ جي وشواس جو لوڙهو ڏيئي نون ڪوڙيءَ دنيا کي سچي سمجهڻ جو ڀرم ڪڍ ته ٻوءِ نام جي ٻنيءَ مان، جيڪي اڪٿ الاح جي فصل ملڻ وانگر نوڪين مڪتي حاصل ملندي.

## (٢) مليءَ ترڀءِ تاريءَ گر سڪم،

## مليءَ ناڪ پوهر نه بڪم.

نام جي ڪمائيءَ وارو گرو، ٻاڻ سان گڏ پنهنجن شش کي ٻه تاري ٿو. گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته نام آراڌڻ وارو شخص پني ولي ٿئو مري پعني هنڪي جونين ۾ دکه پوڳي بيڪاري ٿي پعني ڀڳتيءَ ٻنا ڪتل ٻڌجي، در در ٺوڪرون ٿـــ ڻيون ڪاڻيون پون؟

## (٣) ائسا نام نرنجن هوءِ، جيڪومن جاڻيءَ من ڪوءِ.

اهڙي سچي نرمل نام جو پتو الهيءَ ڪي هوندو جيڪو اُن کي اندر ۾ ڏٺائيندو.

ا- برہان سندي ٻـــار ڏي، پـــد عجائــب آهه،
گهوري ســـر گهماءِ، مٿـــي در دوس جـي.
٢- پند عجائب برہڻ جو، 'مان' سان ڪين هلي،
سائي چاهه چلـــي، جنهن 'مان' ڇڏي وچ ۾.
٣- مارڳــ مٺاهون ليـــو، مارڳـــ ڌڙهـــي ڪير،
سا ٻجي ســـاٿ سرہر، جائي مارڳ لي مري.
(سچل)

مالڪ وارو رستو عجيب آهي. سچي صاحب کي اهـي ٿا ملن جن ٻاڻ هن مٿان گهوري ڇٽو ڪيو آهي. مڙئي پياري سچي سائين هر پند رواجي پند ڪواهي پــر اها هئي نمولـي

گرو نوکي اندر سڌ پيو ڪري.

"ويٺي سا ويٺي، باقي رکہ رهت سان،
ساهي سمرڻ ڪي، اندر پس پيهي،
مانکا ڏيهي، موتي ايهڙا ڪيڏڪي،"

اي پيارا! عمر جيڪا گذري سا تہ ويٺي باقي جيڪو وقت رهيل آهي تنهنجي تہ سنڀال ڪر. اندر ۾ نام جي ڪمائي ڪري مالڪ سا گروءَ کي پرگهٽ ڪر. هيءَ مانش جنم ڏاڍو مشڪل ٿو ملي تنهنجو قدر ڪر!

## پوڙي ١٥

شبد جي ڪمائيءَ ڪرڻ وارو تہ رڳو پاڻ کي سنسار ساگر مان ٿو تاري پر پنهنجي ڪٽنب ۽ ٻين کي بہ تاري ٿو.

(ا) منيِ پاوهہ موکہ دئار، منيِ پرواريءَ ساڌار.

شبد جي ڪمائي ڪرڻ وارو مکتي ٿو پائي ۽ پنهنجي ڪٽنب ۽ پروار ۽ ٻين کي بہ تاري ٿو.

"نام سڻ من رهسيئي، تاپائي موکہ دوار." (آسادي وار)

اندر ۾ شبد جي پڌڻ سان ئي مڪتيءَ جي دروازي تي پهچجي ٿو.

"چوٿي پد مکت دوار." (محلہ ٣)

چوٿين پد سچکنڊ پهچڻ سان ئي مکتي ملي ٿي. ٻين ٽن پدن (١) سهس دل ڪنول (٢) ترڪٽي يا برهم (٣) پاربرهم جي پهچڻ ڪانپوءِ سچي مکتي ڪانہ ٿي ملي پر وري ورِي دنيا ۾ اچڻو ٿو پوي.

"پنهنجي پوکہ سنڀار پراڻي، پيهي تي چڙهي،
ڪميا ڪانپاڻيءَ سان، ڪيڏي ڪلپت جهار،
ڏيٺي واڙ ويساهہ جي، لون ساهي پرم نوار،
تہ ڪٽي بيهد بار، آنيءَ اکت آناج جي.

ٻاهرين اکين ۽ رواجن جو پابند نٿو رهي، ڇاڪاڻ ته هن جو سنبنڌ سچي ڌرم، سَت نام سان جُڙي ٿو وڃي.

"مني نام سچي پد پوڄا." گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته نام جي ڪمائيءَ وارو رستو، سچي مالڪ جي پوڄا وارو ۽ مالڪ وٽ عزت ماڻ وارو رستو آهي. سوامي جن به فرمائي آهي ته:-

"شبد ڪمائي ڪر اي ميت، شبد پرتاپ ڪال جو جيت،
شبد ڪهاڻ لــؤ ڪهت ٻ ڏيک، شبد هي شبد پيو ڪر پيک،
شبد ڪرم ڪي ريک ڪٽاوي، شبد شبد سي جاءِ ملاوي،
شبد بنا سب جهوٺا گيان، شبد بنا سب ٽوٽا ڏيان،
شبد ڇوڙ سب اڙي اجان، راڌا سوامي ڪهين بکان.

اي منهنجا پيارا! شبد جي ڪمائي سان ئي ڪال کي جيت. شبد ٽوڪي اندر ۾ ملندو. شبد جو امرت پيئي ٽون ڏس. شبد تنهنجا سڀ ڪرم ڪٽي ٽوکي جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇڏائي مالڪ ۾ وڃي ملائيندو. شبد جي ڪمائي بنا ٻيو سڀ گيان ۽ ڏيان ٽوٽو، پوئلو يا ڦوڪ آهي. سوامي جن فرمائين ٿا ته اڙي مورکا! تون شبد جي ڪمائي ڪڏهن به نه ڇڏ.

(٣) انسان نام ذريعي هوءِ، جيڪو ون جاڳيءَ ڪوءِ.

اڄڙو اڄو ٽرمل پوتر نام مالڪ جو آهي جنهن جو قدر انهيءَ جي ڪمائي ڪرڻ واري کي ئي آهي.

"هنجي ڪن ڪهار جا، سُڌو نه سٽي،
اندر جي آهن، سڄ سيئو ٽن سپن."
(شاه صاحب)

شاه صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪي ڪن تنهنجي اندر ڪهاڻ ۾ آهن ٽن سان تون شبد کي چڱيءَ طرح سڌو واڻي ٿو ٻڌين. تون اندر ۾ ٻيي هٽي، جيائي پالي ڏس ته شبد بنا

”ڪوڙو ڪاغذ ڪوڙئين، وڏو وڃائين مــس،
ڏوري ليــان ڏس، اکــر جــيان آئيــو.“
(شاھ ڀٽائي)

اي پيارا! تون ڇو پيو مالڪ کي ڳوڙين ۽ ٻين ۾ ڳولين؟ تون اندر جهاتي پائي انهي کي ڏس ته اهو اکر يا نام ڪٿان ٿو اچي؟ انهي راھ جي خبر توکي سچي سنگر وءَ وٽان ملندي ۽ نه ٻين اٽلائڻ مان.

## ٻوڙي ١٤

ٻرھمي ۽ کي سچي صاحب وٽ وڃڻ ۾ روڪ ڪانهي. هنکي مذھبن ۽ پنٿن جي گهرج ڪانهي.

(١) مني ۽ مارگ ناڪ نه ٻاھ،
مني ۽ پٽ سيون ٻرگهٽ جاھ.

جيڪو شبد جي ڪمائي ڪريٿو اهو صحيح نيڪ رستي تان وڃي رهيو آهي ۽ هو رستي ۾ اجايو ڦري ٿوڪرون نٿو کائي ۽ هو لڳن جي رستي تان نڪجي وڃي ڪين رهيو آهي. آخر هو پت ۽ مان شان سان ڪليو ڪلايو، ظاهر ظهور مالڪ جي دربار ۾ وڃي ٿو. ”شبد سرت پت پائي“ سرت شبد ڀوڳ جي رستي تي هلڻ سان مالڪ وٽ پت سان رهجي ٿي اچي ۽ ”بن شبدي پت جاتي هئي.“ ٻر شبد ڪانسواءِ ٻين رستن، تيرٿ، تپ، ٻت پوڄا، ٻوٿين پڙهڻ سان مڪتي ڪانه ڪا ملندي ۽ مالڪ جي دربار ۾ پت ويندي ۽ چوندا ته تو اموالڪ جنم برباد ڪري ڇڏيو.

”هيري جيسا جنم امولڪ، ڪوڏيءَ بدلي ڪويا ري!“

(٢) مني مڪم نه چلي ۽ پنٿ، مني ڌرم سيتي سنبنڌ.

شبد جي ڪمائي ڪرڻ وارو شخص ڌرم يا پنٿ جي

جيڪي پاڻي پيڙا جيو آهن سي شبد جي ڪمائي اصل لتا ڪن ۽ آهي پٿر، پاڻي، ڪاغذ ۽ مورتن طرف وڃن ٿا. سرمد شبد جي رستي ڪالـواهه لڪـي مڪتي ملندي ۽ لـ چوراسيءَ جو چڪر ڇٽندو؟

(٢) مٺي مهم ڇوٽا ناڪاهه، مٺي جم ڪي ساٿ نه جاءِ.

شبد يا نام جي ڪمائي ڪرڻ وارا، سنباري ماڻهن والگر ڪال ۽ ڪرم جا، من ۽ مايا جا ڏڪيا ۽ ڇوٽون لتا ڪاليس ۽ موت ڪالهوءَ هو جم ۽ ڪال سان لتا وڃن پـر ڪين گرو ٻساڻ ولڻ ٿو اچي. ”بن ناوي ۽ پـﮧ جاءِ.“ نام جي ڪمائيءَ ڪالـواءِ جيو جي مالڪ جي دربار ۾ پـﮧ ٿي وڃي.

”جس ڪڙ لد ر ڪري گرهورا، شبد ملائي گرمسڪ سورا.“

جنهن ٿي پورڻ گرو ڪريا لـو ڪري اهو لـي سوره، گروءَ جي ڇوڻ ٿي هلي شبد ۾ لين ٿو ٿئي.

”مگر لهن ڪان مڪتا، جـو ڏهاڙي ٿو ڏلي،
ڪـوڙا در دنيا هـا، جاجڪ مگـن جـي،
سيان لهن ڪـي، موٽي ڏيـدا منهـن ۾.“
(شاهه پٺالي)

هي پالي! لون دنيا جا ڪوڙا در ڀٽڪي، ڀڀن ۽ جاهڪن والگر بن ٿ. سچي مالڪ کان ڪهر جو هميشه سيني ڪي ڏيڻ وارو آهي. جي الهن ٿ ڪندين ٿ موت ڪالهوءَ ٿوڪي مالڪ جي دربار ۾ ڏورابو ڏيندا ٿ ٿو سچي مرشد جو در ڇڏي، پنهنجي عمر ٻين درن تي ڀٽڪي برباد ڪري ڇڏي.

(٣) اٺسا نام نرنجن هوءِ،

جي ڪو من جاڻيءَ ٥ن ڪوءِ.

اهڙو مالڪ جو نرمل، پاڪ ۽ ٻرلر مايا کان رهت نام آهي اهو ڪر ۽ رلو ان کي هتين سان هندالي جڻي ٿو.

## پوڙي ١٣

شردا ڀاؤ سان شبد جي ڪمائي ڪرڻ سان سرت جاڳي اُٿندي ۽ اندر ۾ سڀ غيب جي سڌ پوندي.

(ا) مني سرت هووي، من بڌ،
مني سگل ڀون ڪي سڌ.

شبد جي ڪمائي شردا ۽ پريم سان ڪرڻ سان موڳي، بيوقوف، اياڻي من ۽ ملين بڌي ۾ سرت يا سجاڳي يا حقيقي جاڳرت ٿي ٿئي ۽ هن کي غيب جي سڌ ٿي پوي يعني هن کي سيني لوڪن جي خبر ٿي پوي. ٻين اکرن ۾ چئجي ته نام جي ڪمائي ڪرڻ سان سرت جاڳي ٿي اُٿي ۽ من ۽ بڌ ۾ سرت جو پرڪاش ٿو ٿئي ۽ آهي ذاهپ ۽ ٻولڻائيءَ جا روپ ٿيو پون.

”جيتا شبد سرت ڌن تيري، جيتا روپ ڪائيا تيري.“
(محلہ ١)

جيئن انسان جي شڪل جو قدر ماڻهو ڪنتا ليئن مالڪ وٽ سرت شبد جي ڪمائي انهجي عزت ڪندي.

”سي ٻوچارا پـر ٿيا، سمند سيوڻو جن،
آنداٿون عميق مـان، جولـي جوهارن،
لڌاٿون لطيف چئي، لالون مـان لهرن،
ڪالهي قيمت تـن، ملهه مهانگو اُن جو.“

جيڪي شبد جي ڪمائي ڪن ٿا سي ٿي پريا پرپور ٿـا ٿين. اهي سڀ ڪجهه اندر ۾ لبي هٿي لهن ٿا ۽ انهن جو ٿي مالڪ وٽ وڏو مان ۽ شان آهي.

”ساڪت نـر، شبد سـرت ڪئـ پائيئي،
شبد سـرت بـن، آئيئـيءَ جائيئـيءَ.“
(محلہ ١)

(٢) ڪاغذ قلم نہ لکڻ هار،
منيءَ ڪا ٻهہ ڪرڻ ويچار.

ڪاغذ ۽ قلم سان تہ اهيءَ جي تعريف لکي نٿي سگهجي؟ اڪي ڪي اهڙو لکڻ وارو آهي ۽ اڪي ايترا قلم ۽ ڪاغذ آهن جو هو پوري طرح اها لکي سگهندو. اها ڪوشش گهڻيئي ڪن ٿا مگر هو پوريءَ ريت ڪري نٿا سگهن.

"سڄڻ من من وساءِ نہ، آئي آءُ ملي ميري پائي،
آلڏن سڀي ٻڪسع ڪسر، سڀيءَ جسع لائي."

هي مهنجا پيارا ٻار! مالڪ جو نالو ۽ شهد نہ سڄو وقت اندر ۾ ڏيا تہ پوءِ سڄو مالڪ توکي ملي.

(٣) اُئسا نام نرنجن هوءِ،
جيڪو من جاڻيءَ سو ڪوءِ.

اهڙو هي پاڪ پوتر بي داغ نالو آهي پر اهو ڪو ورلو اندر ۾ جپي پرگهٽ ڪري ٿو.

"اوکد آهي نام، سامي جني سڀ روڳ جو،
ڪرڻ ۾ ڪو هڪڙو، سمجهي سو لهڪام،
ڪو جهڙو آرام، حد ڇڏي بي حد جي."

سڀئي دکن ۽ بيمارين جي دوا نالو آهي. دنيا ۾ ڪروڙن ۾ ڪو ورلو انسان آهي جو اها ڳالهہ سمجهي، نالو يا شهد جي ڪمائي تو ڪري.

"ساري رات سبحان، جاڳي جس ياد ڪيو،
اُنجي عبداللطيف چئي، متيءَ لڏو مان،
ڪروڙين ڪسن سلام، اچي آئهہ اُنجي."

شاهہ صاحب جن فرمائين ٿا تہ جنهن محنت ڪري، راتيون جاڳي مالڪ کي ياد ڪيو آهي، جيڪي تہ ڇڏار پر هنجي مرت ڪالهوءَ ۾ هن جي قبر يا سماڌيءَ اڳيان ماڻهو اچي لهي هنجي عرض ڪندا.

لوهه کي چڪمق جي اڳيان رکبو ته چڪبي وڃي چڪمق کي لڳندو، ڇو ته لوهه کي وڏو علم ۽ عقل آيو آهي. جي ان چڪمڪن جي قطبن (Poles) جي وچ ۾ لوهه رکبو ته لوهه چڪمق ڇهڙو تسي ٿو پوي. هنن مان معلوم ٿو ٿئي ته شرڌا ۽ پريم جي گت، من ۽ بڌ کان پري آهي ۽ علم ۽ عقل ڀنهي کان ٻاهر ۽ دور آهي.

پاڻي جبل تان لهي لاهوارو وهي سمنڊ ۾ وڃي ٿو ڇوڙ ڪري. پر مڇي اوپارو هلي جبل تائين پهچي سگهيٿي. اهڙيءَ طرح رچنا جي ڌارا مالڪ وٽان نڪري سياويڪ هيٺين لوڪن ڏي وڃيٿي ۽ جيو پڻ سياويڪ هيٺ سنسار ڏانهن پيو وڃي ۽ نه مٿي مالڪ ڏانهن. پر جي هنبر سچو پريم ۽ عشق مالڪ لاءِ هجي ۽ پوءِ مڇيءَ وانگر هو اوپارو چيتن ڌارا يعني شبد ۾ چڙهي اُنهي استان تي پهچي سگهيٿو، جتان اهو شبد يا ڌارا اچي رهي آهي.

"نام سنٽيٺيءَ، نـام منيٺيءَ، نامـي وڏيائي،
بن ناوي ڪوئي نه منيٺي، منمک پت گنوائي،
نـا مهه ٿـي نـام منيٺيءَ، نامـي وڏيائي،
نانڪ سـب ڪـڇ، ناوي ڪـي وس هئي،
پوري ڀاڳ ڪو پائي."

نام جپڻ ۽ بڌڻ سان ٿي مالڪ مليٿو. بنا نام جي هي جيو منش جنم جي پت ٿو وڃائـي. مالڪ سان ملڻ وغيره سـب نام جي وس آهي پر اهو نام پوري ڀاڳ ۽ مالڪ جي ڪرپا سان ٿي ملندو.

"اَب ستگر مجهي ملا ديال، ڪنجي دي کولي تال"
( سوامي جي )

يعني هينئر موکي ديال ستگرو مليو آهي، جنهن منهنجي تيسري تل جو ڪلف کولي ڇڏيو.

الدو ۾ مالڪ کي جهالي ٻالي ڏس ته سارو عالم اُهيءَ جي آسري تي بيو هلي.

”اُهد ٻالي ٻولجي، سنتن هست راکي ڪنجي.“

يعني اُهد ٻاڻيءَ يا شبد جي جيڪا ٻولجي آهي، تنهن جي ڪلڻ جي ڪنجي لنظ سنتن وٽ ئي آهي.

”الهد ٻاجي ميرا من ليا، گر بچن نام پتيالي.“

الهد شبد مهنجو من وس ڪري ڇڏيو آهي. گروءَ جو وچن يا نام مالڪ وٽ پهچ سان لڀائيندو.

## ٻوڙي ١٢

### (١) مليءَ ڪي گت ڪهيءَ نه جاءِ،
### جمڪو ڪهيءَ پڇي پڇتاءِ.

هن ڪان اڳ ڇهن ٻوڙين ۾ شبد ڌن جو بيان ڪيل آهي. هيٺين ڇهن ٻوڙين ۾ وري منڻ يعني عمل ڪرڻ جي تعريف گرو صاحب جن ڪن ٿا. فرمائين ٿا ته نام يا شبد جي ڪمائيءَ جي ساراهه جو بيان ڪري نٿو سگهجي؟ پر جيڪو اهيءَ جي ساراهه جي ڪوشش ڪندو ته اُن جو پورو بيان ڪري ڪين سگهندو ۽ آخر تڪجي حيران پريشان ٿيندو؟ جاڪاڻ ته شرڌا ۽ پريم جي ڳم جو بيان ڪري نٿو سگهجي؛ اهن جي واحد تي ليارِي آهي.

”پريم پڳم ڪي ايڪ ڪن، گيان ڪي ورس پچاس،
جيون گنيهر ڪي اڪ ڳوڙي، وهتون ٻارهه ماس.“

يعني عشق يا پريم جي هڪڙي ڪن، پنجاهه ورهين جي گيان جي برابر آهي؛ جيئن ٻادل جي هڪ ڳوڙيءَ جو وسڻ، ٻارهن مهنن جي کوهه جي نار جي وهاڻڻ جي برابر آهي.

وشواس جبل جي اُنڪ کني ۾ دور ڪيو ڇڏي

ماڻهو اولڌهه ۾ يا جهنگل ۾ ڪنهن جي پونڪ يا ڪو ٻيو آواز ٻڌي رستو لهي سگهندو آهي. شبد جي ڪمائيءَ سان اٿاهه سنسار روپي سمنڊ جي اونهائيءَ جو پتو ڏو لڳي ۽ انهيءَ جو اونهون ۽ ڪار پاڻي به ڪاڳهو ٿيو پوي يعني سنسار جون ڏکيائون، تڪليفون، دک، سک، جنم مرڻ جو چڪر، اهي سڀ دور ٿا ٿين.

## (٣) نانڪ پڳتا سدا وگاس،

## سڻيئيءَ دوک پاپ ڪا ناس

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته سچي شبد کي اندر ۾ پرگهٽ ڪري ٻڌڻ سان، آنند ملي ٿو ۽ دک پاپ ۽ جنمن جا ڪرم ڪٽجن ٿا.

"آکڻ اکا آکيئي پياري، ڪٿه سڻيئيءَ سچ ناءِ،
نام مليءَ سنتوکيان پياري، ندري ميل ملاءِ."
(محلا ١)

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪي شبد يا نام جي ڪمائيءَ کي ڏکيو ڪري ٿا ڄاڻن، سي ڪيئن سچو شبد ٻڌي سگهندا ۽ مالڪ جو ديدار ڪندا؟ سچو نام انهن کي حاصل ٿو ٿئي، جيڪي صبر، پريم ۽ وشواس سان محنت ٿا ڪن ۽ جن تي مالڪ جي مهر ٿي ٿئي.

"ڇهه آنارهن چار، ڳالهه ڇون ٿا هڪڙي،
هيڏي هوڏي هتڙا، ٻيا مرم نه مار،
سامي سنتن سان ملي، من ۾ ڏس مرار،
شهر، ٻهر بازار، آهي جنهن جي آسري."

سامي جن فرمائين ٿا ته سڀ ويد شاستر ۽ ٻيون ڌرمي ڪتاب انهيءَ هڪڙي ڳالهه جي ساک ٿا ڀرين ته گروءَ ڪانسواءِ اجايو هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪي وقت اجايو نه وڃاءِ. پهنجي

يار ٻڌائيندو.

نوٽ:- سمرن ڇا آهي؟ تنهن جو هڪ مثال ڏجي ٿو. پنهنجي روح ۾ سرت کي جڏهن ننڍو تنبورو ڪري، اُن جي تارن ڪشي ۾ ڌيان رکو هڪ هنڌ ملائي، شبد روپي وڏي تنبوري (جنهن ۾ اندر نام پيو ڳاج ڪري) اڪيان آهڙي طرح ٻڌارجي، جو جيڪو وڏي تنبوري (شبد) مان آواز پيو اچي سو ننڍي تنبوري (سرت) مان پاڻيهي اڪري اُٿي جو نالو آهي اندروني سمرن. جيستائين اهڙي حالت پيدا نٿي ٿئي تيستائين واهه مان گروءَ جو مليل نام جپجي، ته من ڪجهه قدر هڪ هنڌ بيهندو ۽ اُنهيءَ مان دل ۽ من جي صفائي ٿيندي رهندي. اهو ٻاهريون سمرن آهي.

## ٻوڙي ١١

شبد ٻڌڻ سان جيو ۾ ستا ڳڻ پيدا ٿا ٿين ۽ هو مالڪ جي ملڻ جي لائق ٿو ٿئي.

(١) سُڻيئي سرا گتا کي گام،
سُڻيئي شيخ پير پاتشاهه.

شبد ٻڌڻ سان جيو سڀني ڳڻن، خصلتن ۽ صفتن جو ڀنڊار ٿئجي ٿو. اُن جي ٻڌڻ سان انسان ساڌ، سنت ۽ پرم سنت ٿئي ٿو ۽ مسلمانن موجب، هو شيخ، پير ۽ ٻين جو بہ پير ٿئي ٿو.

(٢) سُڻيئي انڌي پاوهه راهه،
سُڻيئي هاٿ هووي آسگاهه.

شبد جي ٻڌڻ سان جيڪي روحانيت کان خالي يا انڌا آهن تن کي مالڪ وٽ وڃڻ جي راهه ملي ٿي. جنهن مڃڊل

ڪري پاپ ٿو لاهيان پر پاڻ وڏيڪ پاپ ٿو چاڙهي. ٻاهران پاڻ کي پيو ڌوئي، پر اندر ۾ وشين جا زهر پيو وڃهي. سچا ساڌو ليڪن لي سنان ڪرڻ ڪونہ ٿا وڃن پر لڏهن ۾ هو پاڪ پوتر آهن.

(٢) سٽيئي ۾ پڙ پڙ پاوهہ مان،

سٽيئي ۾ لاڳي سهج ڌيان.

شبد جي ٻڌڻ ۽ نام جپڻ سان مالڪ جي دربار ۾ عزت ۽ مان ٿو ملي. شبد جي وسيلي سولائيءَ سان سهج اوستا ۾ ڌيان لڳي ٿو (سهج اوستا سچ کنڊ ۾ ملندي آهي.)

"جس من بسيءَ، سنيءَ لاءِ پريت،

تس جن آويءِ، هستر ٻريپ پريت." (سکمني)

جنهن جي اندر ۾ شبد ٻڌڻ جو پيار آهي انهيءَ جي ئي چت ۾ هري وسي ٿو.

"ڪوئي گاوي ڪوسٽي، هرناما چت لاءِ،

ڪهہ ڪبير سنسا نهي، انت پرم گت پاءِ."

جيڪو نام جپيٿو ۽ اندر ۾ شبد ٿو ٻڌي انهيءَ جي پرم گت يعني مڪتي ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي.

(٣) نانڪ ڀگتا سدا وگاس،

سٽيئي دوکہ پاپ ڪا ناس.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ اندر ۾ شبد پرکهت ڪرڻ ڪرڻ سان، آنند ملي ٿو ۽ دکن پاپن جي نورلي مليتي يعني جنم مرڻ چٽي ٿو. گرو صاحب جن وڏيڪ کولي سمجهائين ٿا تہ:-

"ڪلجگ ۾ رام نام بوهتا، گرمک پار لنگهائي."

ڪلجگ ۾ رام نام ئي ڀوساگر جي پار لنگهائڻ لاءِ جهاز مثل آهي. انهيءَ جهاز جو هلائيندڙ سچو ستگرو آهي اهو ئي

## پوڙي ١٠

شبد جي ٻڌڻ ڪري روح جون طاقتون اڀرن ٿيون ۽ زور ٿيون وٺن ۽ مالڪ ۾ ڌيان لڳندو.

(١) سٽيٽيءَ ست سنتوک گيان،
سٽيٽيءَ آٺ سٺ ڪا اشنان.

شبد جي ڪماليءَ سان ٿي سچائي، سنتوش ۽ گيان پراپت ٿئي ٿو. الهي جي ٻڌڻ سان اٺهٺ تيرٿن جي اشنان جو ڦل ٿو ملي يعني شبد جي ڪماليءَ واري کي تيرٿن ۽ ورتن جو ضرور ئي ڪانهي.

"ڳيائي وراڻي گس، ڪهڙي ٿئي ڪمڪي،
ٿوڙي لب تيرٿ ڪري، ساڌن تاتا پيس،
سمجهي ڏس ساهي چٽي، ٿون ڪهڙي ممتا مس،
ڪري ساڌ سمس، ساک ڏسن سچ جي."

لب ڪرڻ ۽ تيرٿن ۾ وڃڻ مان مالڪ ڪونه ملندو؟ اها ڳالهه سنتن صاف سمجهائي آهي.

"تيرٿ جاوڻ جاڻ، تيرٿ نام هيءَ،
تيرٿ سبد وچار، انتر گيان هيءَ." (محلا ١)

نام جي سمرن کانسواءِ تيرٿن جي وڃڻ اجايو آهي. سچو تيرٿ شبد جو ٻڌڻ آهي ۽ اندر جو گيان به شبد جي ٻڌڻ سان ٿيندو.

"ناون چلي تيرٿي، من کوٽي تن چور،
اِڪ ڀاءُ لٿي ناتا، دُءِ ڀا چڙهيس هور،
ٻاهر ڌوتي تومڙي، انتر وس انڪور،
ساڌ ڀلي اڻ ناتا، چور س چورا چور." (محلا ١)

يعني ماڻهوءَ جو من کوٽو ۽ لڪين سان ڀريل آهي ۽ چور آهي ۽ وڃي ٿو تيرٿ ڪرڻ ۽ سمجهي ٿو ته سان

”ڇھ اُنا وھن چار، ڳالھ چون تا ھڪڙي،
ساهي ھن سنسار جو، ڏنو سڀ وسار،
ديکيا داس گروءَ جي، ھردم ھردي ڌار،
دوست جي دربار، پھچي پورن پاڪ ٿي.“

يعني سڀ ويد شاستر اھو تا چون تہ گرو جو ڏنل نام سچو وقت اندر ۾ پيو ٻڌ ۽ دنيا ۾ جيڪي ڏسين سو سڀ وساري ڇڏ. پوءِ تنھنجي اندر مان ڪن غير نڪرندا ۽ تون صاف ٿي مالڪ جي دربار ۾ پھچندين.

**(۴) نانڪ ڀڳتا سدا وگاس، سڻيئي دوکہ پاپ ڪا ناس.**

گرو صاحب جن فرمائين تا تہ شبد جي ٻڌڻ سان ڀڳت سدائين آنند ۾ پرسن تا رھن ۽ اسانجا ڪرم ڪٽجن تا ۽ دکن ۽ پاپن جو ناس ٿي پرم گت مليتي. گرو صاحب جن ھڪ تمام عمدو مثال نام ڀڳتيءَ جو ڏيئي سمجھائين تا تہ:-

”اڪ ڪرم ڪيئي بھتيري، جو ڪجي سو بنڌن پڙي،
ڪُرتا بيج نھين جمي، سڀ لاھا مول گدوائيندا.
ڪلجگہ ۾ ڪيرتن پردانا، گرمک جپيئي لائي ڌيانا،
آپ تري سگلي ڪل تاري، ھر درگھ پت سنن جائيندا.“

يعني نام جي ڪمائيءَ ڪانسواءِ مڪتيءَ لاءِ ٻيا جيڪي بہ سادن ۽ طريقا اسين وٺون تا سي پاڻ وڌيڪ ٻنڌن ۾ ڦاسائين تا. جيڪڏھن ٻي ٻج منداڻتو اڄ پوکيندا سين تہ اھو اصل ڪين ڦٽندو ۽ سڀ ڪليفون ۽ خرچ اجايا ويندا. اھڙيءَ طرح ھن ڪلجگہ ۾ مڪتي ماڻڻ جي مکيہ ڳالھ شبد ۽ نام جي ڪمائي آھي، جنھن جي پوري جاڻ سچي ستگرو وٽان ٿي ملندي. سچي نام جي ڪمائي ڪرڻ وارو نہ رڳو پاڻ تري ٿو پر ھو پنھنجي ڪل ڪٽنب کي بہ تاري ٿو.

(۴) نانڪ ڀڳتا سدا وگاس،
سڻيئي دوک پاپ ڪا ناس.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ ڀڳت شبد ٻڌي سدائين آنند ۾ رهن ٿا. شبد ٻڌڻ سان ئي دکن ۽ پاپن جو ناس ٿو ٿئي ۽ جيو چوراسيءَ جي چڪر جي دکن کان ڇٽي ٿو.

## پوڙي ۹

شبد ٻڌڻ سان اوچ گتي ملئي، آندر جو ڀيد معلوم ٿئي ٿو ۽ دکن جو ناس ٿو ٿئي.

(۱) سڻيئي ايسر برما اند،
سڻيئي مکہ سالاهڻ مند.

اُنهہ شبد ٻڌڻ سان ئي شو ٻدوي، برهما ٻدوي ۽ اِندر ٻدوي ملئي. جيڪي منتر (جيڙوڪ گائتري) وامہ سان اچارڻ لاءِ لاڌيا ويا آهن سي بہ شبد جي ٻڌڻ سان لڌيا. يا ٻي معنيٰ اِهيءَ سمہ جي آهي تہ شبد ٻڌڻ سان هملين درجن وارا بہ اوچ ئي ساراهڻ لائق ٿين ٿا.

(۲) سڻيئي جوڳہ جگت تن ڀيد،
(۳) سڻيئي ساست سمرت ويد.

شبد جي ٻڌڻ سان مالڪ جي ملڻ جو جوڳہ يا ترڪيب ۽ اندر جو ڀيد معلوم ٿو ٿئي. شبد جي وسيلي سمرتيون ۽ ويد لڌيا آهن جاڪاڻ تہ ناد شبد مان ئي ويد پيدا ٿيا آهن. ٻي معنيٰ هي بہ ڪئي اٿن تہ شبد ٻڌڻ سان شاستر، سمرتيون ۽ ويدن جي ٻڙور ۽ اُنهن ۾ لکيل ڀيد جي بہ سچي خبر پوندي.

”بن شبدي انتر انڌيرا، نہ وست لهي نہ چوکي ڦيرا،
ستگر هٿ ڪنجي هورت، در کلي ناهين،
گر پوري ڀاڳ ملاونيان.“

يعني شبد کانسواءِ اندر ۾ اونده اندوڪار آهي ۽ انهيءَ کانسواءِ نڪي جيو اندر ۾ مالڪ پرگهٽ ڪري سگهندو ۽ نڪي هنجي جنم مرڻ جو ڦيرو لهندو؟ ۽ شبد کولڻ جي ڪنجي ستگر جي هٿ ۾ آهي ۽ پورڻ ستگرو بہ ڀاڳن سان تو ملي.

”اِس جگ کا ڌرم پڙهو تم ڀائي،
پوري گر سڀ سوجهي پائي،
ائي اگي هرنام سکائي.“

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ اڳين جڳن ۾ ماڻهوءَ جي عمر وڏي هئي، صحت سٺي هوندي هئي ۽ خيال بہ دنيا ڏانهن گهڻو ڦهيل نہ هوا تنهنڪري معمولي ساڌنا سان، آسانجو خيال مالڪ جي پڳتيءَ طرف ويندو هو. هن وقت هن ڪلجڳ ۾ اسانجي عمر ٿوري، تندرستي بگڙيل ۽ خيال دنيا ڏانهن گهڻو ڦهليل آهن جو پنج منٽ بہ ڌيان ۾ اسين نٿا ويهي سگهون. زماني موجب هن ڪلجڳ ۾ سولو مکتيءَ جو رستو گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ نام جو ئي سچو رستو آهي.

(٢) سٽيئيءَ ديپ لوءِ پاتال،
(٣) سٽيئيءَ پوهہ نہ سکيءَ ڪال.

شبد جي آڌار تي، ديپ، لوڪ ۽ پاتال سڀ قائم آهن. شبد جي ڪري ڪال يا شيطان بہ پنهنجو زور نٿو هلائي سگهي ۽ دک ڏيئي سگهي.

نراڪار،“ شبد کي سنتن جدا جدا نالن سان ڪوٺيو آهي، ڪي انهيءَ کي انهد شبد چون ٿا، ڪي باڻي، ڪي بانگ آسماني، ڪن انگريزي Word يا Logos وغيره ڪري چيو آهي. ساري سرشٽيءَ کي شبد ئي پيدا ڪيو آهي ۽ شبد ئي سرشٽيءَ کي هلائي رهيو آهي ۽ شبد جي ئي رستي جيو مالڪ جي دربار ۾ پهچندو، جيئن گرو نانڪ صاحب جن فرمايو آهي ته:-

”شبدي ڌرتي شبدي آڪاس، شبدي شبد ڀيا پرڪاش،
سگلي سرشٽ شبد ڪي پاڇي، نانڪ شبد گهٽي گهٽ آڇي.“

يعني ڌرتي، آسمان جا منڊل، سج، چنڊ، تارا ۽ سڀئي سرشٽي، سڀ شبد جي آڌار تي بيٺا آهن. شبد هر هڪ انسان جي اندر هر وقت وڄي رهيو آهي.

هاڻي سوچيو سڌ پير سر نانڪ .... جو مطلب آهي ته شبد جي ڌن ۽ ڪمائي ڪرڻ سان ئي انسان، سڌ، پير، دولتنا ۽ ناٿ ٿيا آهن. شبد جي کوڄ جي آڌار تي زمين، رچنا جو آڌار روپي ڍڳو، يعني انجي بار جهلڻ واري طاقت ۽ آسمان يعني ساري سرشٽي بيٺي آهي. هاڻي شبد ڌن جي اصلي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ رام رام چوڻ، ڪتا وارتا يا گيت وغيره ڳائڻ اهو شبد نه آهي. سڀ ماڻهو جنم کان وٺي رام رام جدا جدا نمونن جهڙي رهيا آهن ۽ ڪتا وارتا ۽ راڳ روپ ٻڌي رهيا آهن، مگر اڄ تائين انهيءَ ڌن مان ڪين سڌتا حاصل نه ٿي آهي؟ حقيقت ۾ سچي يا ڌن شبد جو ٿي آهي، جنهن جو آواز هر وقت انسان جي دماغ ۾ خود بخود اچي رهيو آهي، جنهن جي تعريف سنتن ڪئي آهي.

”گگن منڊل ۾ آسڻ ٿئي، انهد ناد بجاوي،
ڪهه نانڪ تس ساڌ ڪي مهما، ويد ڪتيب نه پاوي.“

يعني گرو صاحب جن چون ٿا ته جيڪي مٿين منڊلن جي شبدن جا آواز ٻڌن ٿا تن جي سارا ويد ۽ بيا ڪتاب به ڳائي نٿا سگهن. وري فرمائين ٿا ته:-

ڪامل سنتن پنهنجين باڻين ۾ پنجن شبدن جو بيان ڪيو آهي يعني ته انسان جي اندر ۾ قدرتي پنجن قسمن جا آواز آهن جي اُنئي پهر پيا وڄن. جيئن ساءِ جن چونتا ته "اُنئي پهر وڄي ٿي مرلي ٻن موهن جي." گرو صاحب جن چيو آهي ته:-

"واجــي پنچ شبد تـــت گهـــر سباڳي،
گهر سباڳي شبد واجي، ڪلا جت گهر ڌاريئا،
ڪهي نانڪ سڻهو سنتو، شبد ڏرو پيارو."
"پنچي شبد اناهد باجي، سنگي سارنگ پاني،
ڪبيرداس تيري آرتي ڪيني، نرنڪار نرباني."

حقيقت ۾ در اصل شبد هڪ ئي آهي. جيئن نــدي پهاڙ تان جيڏي مهل نڪري ٿي ته اُتي انهي جو آواز تمام مٿان هيٺ ڪرڻ ڪري هڪڙو آهي، پوءِ جيئن جيئن هوءَ هيٺ اچيتي ليئن تيئن اُنهي پاڻيءَ جو آواز بدلبو پيو وڃي. اهڙيءَ طرح شبد جو ۽ آواز ست پرش وٽان نڪري هيٺ هر ڪنهن استان تي بدلجي ٿو پر شبد هڪ ئي آهي. هاڻي پورڻ سنتن جي مت موجب پنج شبد آهن. هيٺ آلما جي استان ڪانپوءِ مٿي پهريون استان سهس دل ڪنول آهي، جتي بتيءَ جهڙي روشنائي آهي ۽ سنک يا ناد جهڙو آواز آهي. انهيءَ کان مٿي ترڪٽيءَ يا برهم جو استان آهي، جتي صبوح جي سورج جهڙي روشني آهي ۽ مردنگ يعني گجگوڙ جهڙو شبد جو آواز آهي. ٽيون استان دسوين دوار يا پاربرهم آهي جتي پورنماسيءَ جي چنڊ رمان جهڙي روشني آهي ۽ ڪنگريءَ يا سارنگيءَ جهڙو شبد جو آواز آهي. چوٿون استان ڀونر گفا آهي جتي ٻن پهرن جي سج جهڙي روشني آهي ۽ مرليءَ يا بنسريءَ جهڙو شبد جو آواز آهي. تنهن کانپوءِ سچ کنڊ آهي جتي هزار سورجن جهڙي روشني آهي ۽ شبد جو آواز بين جهڙو آهي. هت ست پرش رهيتو. گرونانڪ صاحب پڻ چيو آهي ته "سچکنڊ وسي

يعني تہ اُن لئي سچو داتار آهين. اُن کان سواءِ ٻيا سڀ
اُن کان گهرندڙ آهن. مينهن منڊ ۽ وسندا آهن پر تنهنجي مهر
جيون مٿان سدائين پيئي وسي. اي مالڪ! هي اُن مهنجي
اندر ۾ برڪت ڏين تہ پوءِ مون پاپيءَ ۽ گنهگار جو آسي مان
۽ عرس ليندي.

## پوڙي ٨

٥ پوڙيءَ ۾ فرمايائون تہ، "ڳاوهي سٽيءَ من رکيتيءَ پاءِ."
هاڻي ٨ کان ١١ پوڙيءَ تائين سٽڻ جا جدا جدا فائدا ٻڌائين
تہ ڇا ٻڌجي، ڇا سٽجي؟ الهد شبد جو ڇيڙن ڌارا مان پيو
اچي سو ٻڌجي. اهو شبد سڄيءَ رچنا جي ذري ذري ۾
موجود آهي. مٿي چيل آهي تہ 'جو پنڊي سو برهمنڊي'
يعني جيڪي رچنا ۾ ٻاهر آهي سو جسم جي اندر آهي.
ٿورڪي جيو سٽگروءَ کان شبد جي راهہ وٺي پنهنجي اندر
۾ اهو شبد ٻڌي. اها شبد هي ڪشش لئي آهي جا سڄيءَ
رچنا کي ملائي جهلي بيٺي آهي تہ تہ سڀ مادي جزا هڪ
ٻئي کان جدا ٿي وکري وڃن ۽ ڪابہ صورت ۽ شڪل نہ
رهي ۽ سڀ غبار ٿي وڃي. اها شبد هي ڌارا آهي
جا مادي matter کي بہ حڪم ۾ رکيو اچي. جڏهن جيو جي
اندر شبد پڌرو ٿيو وڃي ٿو تڏهن جيو جو موهہ ٿو لٿي ۽ شرير
جو بنڌن ٽٽي ٿو لهيل آهي سو جدا ٿي پنهنجي اصلي ٽن ۾
مليو وڃي.

(١) سٽئيءَ سڻ پير سر ناٿ،

سٽئيءَ ڌرت ڌول آڪاس

سٽئي جو مطلب آهي شبد کي سٽڻ يا ٻڌڻ. گرو نانڪ
صاحب، ڪبير صاحب، سوامي جي مهاراج ۽ ٻين ڪيترن

(٢) ڏوا ڪنبا وڃ جا ڏيئي ۽ نال چاڙي ۽ سڀ ڪوءِ

جي ڪٺي ٿو ڪنبڻ يعني پوءِ زمين لي هنجو نالو مشهور ٿي وڃي ۽ هر ڪو هنجي حڪم اندر هلي ۽ ساڻس پنيان ڳڻ هلي.

(٣) چنگا ناءُ رکائڪي ۽ جس ڪيرت جگ ليءِ

(٤) جي تس ندر نه آوئي، ته وات پڇي ڪيءِ

جي هن چڱو نالو ڪڍي دنيا ۾ جس ۽ ناموس ڪٺي ۽ هر ڪو هنجي واهه واهه ڪري! ته ڇا ٿي پيو؟ جي هنجي اندر ۾ مالڪ جو پريم نه آهي ۽ جيڪڏهن مالڪ جي هنتي ديا مهر نه آهي ته پوءِ دنيا ۾ هنجي ايتري عزت هوندي به مالڪ جي دربار ۾ ڪير به هنجي ساراهه ۽ قدر نه ڪندو؟

(٥) ڪيٽا اندر ڪيٽ ڪر، دوسي دوس ڌري

پوءِ اهڙي ماڻهوءَ کي ڌرمراڄ، پاپي ۽ گنهگار جو دوش لڳائي مها نيچ ڪيڙن جي جوُن ٿو ڏئي.

(٦) نانڪ نرگڻ گڻ ڪري، گڻ ونتا گڻ دئي

(٧) تيها ڪوءِ نه سجهئي جه تس گڻ ڪوءِ ڪري

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪي گڻوان نه آهن آهن تن کي مالڪ گڻوان بنائي ٿو ۽ جيڪي اڳيئي گڻوان آهن تن کي هو وڌيڪ گڻ ۽ سمت ٿو بخشي. دنيا جي ماڻهن وانگر هن وٽ ليکو نه آهي ته ڏي ته ڏيانءِ ۽ اهڙو ته ڪو سجهيئي ڪونه ٿو جو هن سان ڪا ڀلائي يا ٿورو ڪري سگهي؟ هو بي مثل ڏيندڙ ۽ بخشيندڙ آهي.

”ڏاتار تون، ٻيا مڙيئي منگتا،
ميهن مداڻتا وسٽا، سدا وسين تون،
آڳڻ اڇيم مون، ته ميرائي مان لهان.“ (شاهه صاحب)

پيشماز لاءِ ڏوهي وڃي رکيا آهن، پر انسان جو من اهڙو مڪي ٿي پرمن پر مختيار بيٺو آهي. جيسين اندر ۾ وڃي نه ڏسين اها دولت نه ملندي؟ جيئن اوڳ پراڻو ٻوڙال ڪوٺو ڳولي لڌالبدو آهي نه اهڙو هتي آهي، ليڪن ستگر لڌاليءَ نه مالڪ جو وڪيل حوالو ڏيهڻي اندر ۾ آهي اهڙو ڪوني ڪيو.

سائين بلي شاهه ڪيڏي نه زور سان پنهنجي مرشد جي ساراهه ڪئي آهي :-

”بن مرشد ڪامل بليا! تيري ايوين گئي عبادت ڪيتي.“

اي ٻالا! تو جيڪا بندگي ڪامل مرشد کان سواءِ ڪئي آهي سا اجائي وئي آهي، ڇاڪاڻ ته اها پوري ڍنگ جي نه هئي.

”بليا! شوهه دي سر حڪايت، هادي قربان هوئي هدايت،
ميرا سائين شاهه عنايت، اوهو لنگهاوي پار.“

اي ٻالا! تون مرشد جي ڳالهه ۽ هدايت ٻڌي انهيءَ تي عمل ڪر. منهنجو ڪامل مرشد عنايت شاهه ٿي سنسار ساگر مان مون کي پار لنگهائيندو.

## پوڙي ۷

اڳين پوڙيءَ ۾ فرمايائون ته گروءَ جي ڪرپا کان سواءِ ڪي به ڪين ملي سگهندو. هن پوڙيءَ ۾ فرمائين ٿا ته مرشد، ڪرپالوءَ ڪٿي جي ڪاٿ آهي. تون هن جي شرڻ وڃ ته هو دايا ڪري سمت بخشيندو.

(۱) جي ڄڳ چاري آرجا، هور دسوڻي هوءِ

جي ڪنهن جي ڪٿي چئن جڳن جي عمر هجي يا انهيءَ تان ڏهوڻي چاليهن جڳن جيتري عمر لڳس.

ڪرمن ڪانسواءِ ڪجهه به نه ملندو. جيئن چيل آهي ته:-

”موج مالڪ خواهش خدا و تدبير و فڪر انساني.“

يعني جيڪي به انسان کي ملندو سو مالڪ جي موج ۽ مرضيءَ سان ملندو، باقي انسان جي همت ۽ پرشارٿ ۽ فڪر آهي. ڪرمن ڪري ڄمڻ مرڻ ڏک سک آهي. جيڪو ستنام جپيندو تنهن کي ست ڪرمن ڪري مالڪ ملندو ۽ ٻئي ڪرمن جو ڦل بار بار ڄمڻ آهي.

هن دنيا ۾ ماڻهو وڻجارا آهن جن جا روز ٻدل آهن. جيڪي پنهنجي شاهه يا سيٺ جو ڪم ايمانداريءَ سان ڪن ٿا ته ڪين پوءِ لاڀ تو ٿئي ۽ جي پنهنجي شاهه کي وساري ويساهه گهاتي ٿا ڪن، ته پوءِ اهي ناس ٿا ٿين ۽ ڏک ٿا پائين. درگاهه ۾ ”ڪرمي ڪرمي هوءِ ويچار“ يعني ڪرمن موجب حساب ٿئي ٿو. تنهنڪري اي پيارا! هيئر ئي ڪجهه سوچ.

## (٣) مت وچ رتن جواهر ماڻڪ،

## جي اڪ گر ڪي سک سڻي

## (٤) گرا اڪ ديهه بجهائي، سڀنا جيئا ڪا اڪ داتا، سو مي وسر نه جائي

انسان جي اندر رتن جواهر ۽ ماڻڪ ڀريا پيا آهن ۽ خود خدا هنجي اندر ۾ آهي. مگر اهي سڀ ظاهر تڏهن ٿيندا، جڏهن هو پنهنجي گروءَ جو حڪم مڃيندو ۽ جيڪا به هدايت هو هنکي ٻڌائيندو، تنهن تي هو عمل ڪندو. شل اهو داتا گرو مون کان ڪڏهن به نه وسري!

”گهر رتن لال بهو ماڻڪ لادي، من پرميا لهه سڪائيئي،
جيون اوڌا ڪرپ گهج کن ڪاڍي، ائين ستگر وست لهائيئي“
(گرو نانڪ صاحب)

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ اسانجي گهر يعني شرير ۾

جي رهڻ وارو آهين ۽ پاڻ کي پاڄي، دکي ڏسي رهيو آهين؛ منهنجو چيو مڃي، منهنجي پنيان اچ، تہ مان توکي سدا سکن جي هند سچ کنڊ ۾ وٺي هلان."

## پوڙي ٦

باهرين تيرٿن تي اشنان ڪرڻ سان سچو مالڪ ڪونہ ملندو؟ پر جڏهن ستگروءَ کان راهہ وٺي، اندر وڃبو تڏهن گروءَ جي ڪرپا سان مالڪ اندر ۾ ملندو تنهن ڪري ستگروءَ کان سکيا وٺي، شبد ۾ لپي هڻ تہ سمت جا رتن هٿ اچن ٿي.

### (ا) تيرٿ ناوان، جي تس ڀاوان-
### وڻ ڀاڻي ڪ ناءِ ڪري.

گرو صاحب جن فرمائين ٿا تہ جيڪڏهن منهنجي تيرٿن تي سنان ڪرڻ مان مونتي مالڪ راضي ٿئي، تہ پوءِ مان اُتي وڃي اشنان ڪريان؟ پر جي هو انهيءَ مان راضي نہ ٿئي تہ تہ پوءِ منهنجو تيرٿن تي وڃڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟ هاڻي ڏسو ۽ سوچيو تہ ڪي ماڻهو تيرٿن تي سنان ڪرڻ لاءِ چونتا تہ انهيءَ ۾ فائدو آهي جو مالڪ ڪجهہ راضي ٿيندو. تنهن ڪري هو هردوار، ڪاشي، راميشورم، دوارڪا وغيره وڃي پهچن ٿا، پر انهيءَ مان کين ڪجهہ بہ هٿ حاصل نٿو ٿئي! تيرٿن جو فائدو تڏهن هو جڏهن سنت درياهہ جي پرسان، ايڪانت ۾ رهي تپسيا ڪندا هوا. هاڻي جن جي درشن مان فائدو ٿيندو هو سي، ماڻهن جو گوڙ ڏسي اتان هليا ويا آهن، يا جن هندن تي هو گذري ويا آهن اُتي مٽي گسائڻ مان هيئنر ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ اُتي انهن جاين تي هيئنر ميلا ٿا لڳن ۽ پاڻ وڌيڪ پاپ ٿا ٿين. انهيءَ ڪري سنت تيرٿن جو کنڊن ڪن ٿا.

چڱيءَ طرح سمجھائڻ لاءِ گروءَ صاحب جن گروءَ جي پيٽ ديوي ديوتائن سان ڪئي آهي جنهن کي عام طرح ماڻهو وڏو ٿا سمجهن.

”راڄن جو راڄا، سامي مليو ستگرو،
جنهن ڪئي وڏا ڪوٽ ڄا، ڏريون دروازا،
ڪري ڇڏيائين ڪلپت (ڦرٽي) ڪون، انل جان آجا،
وڄائي واڄا، سمهيو سوکم سيج تي.“

يعني منهنجو ستگرو راڄائن جو به راجا آهي. جنهن منهنجي اندر بند ٿيل قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا ۽ منهنجا اَجايا ڪوڙا وهم ۽ ڦرٽا ڪڍي، مونکي انل پکي وانگر آسمان ۾ اُڏائي مٿين منزل تي وٺي ويو ۽ شبد برنگهت ڪري پاڻ سان ملائي ڇڏيائين.

(٦) جي هٿ جاڻا آڳا ناهي، ڪهڻا ڪٿن نه جائي

جي مان ستگروءَ جي وڏائيءَ ۽ ڪارواڻيءَ جو پيد ڄاڻان به ته به اهو ڇئي ڪين سگهندس، ڇاڪاڻ ته چوڻ سان اها ڳالهه ڇئي نٿي وڃي سگهجي. اها آهي جيئن ’گنگي جو گڙ کاڌو.‘

”سڀ ڌرتي ڪاغذ ڪرون، ليکڻ سڀ بن راءِ،
سات سمنڊ ڪي مس ڪرون، گر گڻ لکيا نه جاءِ.“
(سوامي جي مهاراج)

”سڄي ڌرتيءَ کي ڪٽي لکڻ لاءِ ڪاغذ مثل ڪجي ۽ دنيا جي سڀني وڻن جا ڪٽي لکڻ لاءِ قلم ڪجن ۽ ستن سمنڊن کي ڪٽي مس ڪجي تڏهن به گروءَ جا گڻ لکي نٿا سگهجن!

(٧) گرا اڪ ديهه بجهائي،

سڀنا جيئا ڪا اڪ داتا سو ميءَ وسر نه جائي

ستگروءَ مونکي اهو هڪڙو ئي مالڪ منهنجي ديهه اندر

"پگولس کي پاٽي (وٽي)، مان سياڻ سا جوان،
وکي لپا ليٽن ۾، لـڙکـي (ڏسي) لماٽي،
ساهڙ ۽ پيکن ۾، سڀـي سيباٽي (پياري)
سا واٽين جي واٽي، ساهي ماٽي سيج سڪ."

(۴) گرمکه نادن گرمکه ويدن، گرمکه رهٽا سمائي

گروءَ جي مکه جا وچن ناد يعني آلهد شبد آهن، گروءَ جو گيان ويد آهي. گرو مالڪ ۾ سمايو پيا لين ليو پيو آهي لئيڪري انهي جي ڏيان ڪرڻ سان جيو مالڪ ۾ ماي هڪ ٿي ويندو.

"وولو واچاري، ڪر وايي واڪ گروءَ جا،
سمجهي سار تنهين جو، هردي منجهه ڌاري،
جاڳي ڪيدي جيءَ مون، ممتا سڀ ماري،
گهڻ گهت نياري، ساهي ڏسي سروپ کي."

وولو ڪسو انسان گروءَ جا وچن ڏيان سان واچاري، سمجهي هردي ۾ رکي لو. جيڪو گروءَ جا وچن متي عمل ڪري اندر مان پيالي ڪنهن آهولي سڀ ۾ ايشور ڏسندو.

"ناد پند ڪي سرت سماء، ستگر سيو پرم پد پاء."

[1]يعني ٻن اکين وچ ڏيان جماڻي سرت کي شبد سان لڳائي، ستگروءَ کي اندر ۾ پرکهت ڪر، ته پوءَ لوکي پرم پد يعني سچکند ملي.

(۵) گر ايسر گر گورکه برما، گر پاربتي مائي

گروءَ جنهن جيو کي پنهنجو ڪيو آهي تنهن جيو جو واسطو گروءَ سان ئي آهي، گرو هن لاءِ شو، برهما، وشنو، شڪتي ۽ سڀ ڪجهه آهي. گروءَ جي ساراهه جو ڪوبه انت ڪرڻي ۾ جاڳائي ته عام دنيا جا ماڻهو گهڻ طبعت جا ماڻهو آهن يعني عام طرح هو اوڇي خيال جا ته آهن ۽ تنهن ڪري انهن کي

توهين مالڪ جو نام جپيو ۽ شبد کي آنڌ ۽ ٻڌي، دل ۾ هن لاءِ پيار، عشق ۽ محبت رکو. انهيءَ جو فائدو اهو ٿيندو جو توهان جو جنم مرڻ جو ڏک دور ٿي ويندو ۽ توهين سک جي گهر يعني سچکنڊ ۾ ايندا جتي سدائين سک ۽ آنند ئي آنند آهي.

گاوتيءَ جي معنيٰ آهي سمرن ڪرڻ، ياد ڪرڻ ۽ سڻيئيءَ جو مطلب آهي ته شبد کي ٻڌو يعني سرت کي شبد ۾ جوڙيو، جنهن کي ڀڄن به چئجي ٿو.

هڪ پارسيءَ واري چيو آهي ته:-

"زبان و دل موافق ساز، هنگام دعا ڪردن."

يعني سمرن ۽ ڀڄن اهي ٻئي ڪر. چاڪاڻ ته ڳمڪ هڪ آڱر سان نه چڙندي آهي. پهرين ڳالهه ته ڌيان پڪو هئڻ گهرجي. سمرن، من کي هڪ هنڌ ڄمائي بيهڪ ڪرائي ٿو ۽ ڌيان کي پڪو ٿو ڪري. ڌيان پڪو هوندو ته من ڀڄن ۾ بيهڪ ڪائيندو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڪين ڊوڙندو. سنت تنهڪري شروعات ۾ سمرن کي وڌيڪ وقت ڏيڻ جي هدايت ڪندا آهن يعني ٻه ڪلاڪ سمرن ته اڌ ڪلاڪ ڀڄن يعني شبد جو ٻڌڻ.

ٽيون ۽ وقت جي ڳالهه ۾ گرو صاحب جن فرمايو آهي ته انسان پهرين پهر يعني حياتيءَ جي پهرين حصي ۾ بي خيالو بالڪ آهي، ٻئي پهر ۾ جوانيءَ جي مستي اٿس، ٽئين پهر ۾ ٻڍاپو اٿس ۽ چوٿين پهر ۾ حياتيءَ جو سلو پڄي، موت جي ڏاڙي لاءِ تيار ٿئي ٿو. پر جيڪو نام ۽ نيڪيءَ جو ڏن ميڙي ٿو، تنهنکي منهن ۾ چماٽ نه لڳندي ۽ مالڪ جي پر ۽ پاڙ ڪري هو جوٽين جي ڏکن کان ڇٽندو اهڙن ماڻهن لاءِ هي جهان، پيڪو گهر آهي ۽ موت، هنن لاءِ شادي ۽ پرلوڪ هنن جو ساهرو گهر آهي.

# پوڙي ۵

ست نام جي وڏائي ويچارڻ لاءِ نون گرمک ٿيءُ، سچي ستگروءَ جي شرڻ وڃ. ۽ ست پرش کي پنهنجو اَشت ڪر. مالڪ ۽ گروءَ جي وچم ڪو بہ تفاوت نہ آهي، ستگرو توکي راهہ ٻڌائيندو جا تنهنجي ديهہ اندر ئي آهي. تون ڪر نہ خودي ۽ وڃيئي ۽ سائينءَ سان هڪ ٿين. سرت جي اِستان کان مٿي ۽ سچکنڊ کان هيٺ گهڻيئي سڀئي وڏندڙ لوڪ جهڙوڪ برهما، وشنو ۽ شو لوڪ آهن، جن کي سرڳ، وڪنٺ، بهشت وغيره ڪري ٿا چون. انهن ۾ ڪيئن وڏا وڏا رشي مني گپي پيا ٻاڪ بعضي ڪامل جا مريد بہ انهن ۾ رهجو وڃن. ڪبير صاحب جن جڏهن پنهنجي شش ڌرمداس کي مٿي وٺي ويا، تڏهن ڌرمداس کي سهس دل ڪنول جي خوبصورتي اهڙي نہ وڻي جو هو اتي ويهي رهيو ۽ وڌيڪ مٿي هلڻ جي هو ورلي ۽ پوءِ هنجي گهڻيءَ عاجزيءَ ۽ نيزاريءَ ڪانپوءِ وري هنکي ايپاس ڪرائي، ست لوڪ تائين مٿي چاڙهيائون.

تنهن ڪري گرو صاحب جن هن پوڙيءَ ۾ تاڪيد ٿا ڪن تہ سرت جو مقصد ست لوڪ هئڻ گهرجي. هتي نرنجن لفظ ڪم آندو ويو آهي انهيءَ لفظ جي معنيٰ آهي بي داغ، مايا کان پري. اهو سهس دل ڪنول جي مالڪ جو بہ ذاتي نالو آهي پر هت انهيءَ جو مطلب آهي بي داغ، پاڪ پوتر، مايا کان پري. گرنٿ صاحب ۾ بہ گرو صاحب جن فرمايو آهي تہ:-

"آد نرنجن نرمل سوئي، اور نہ جاڻا دوجا ڪوئي."

انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ نرنجن جي لفظ جو هت مطلب آهي 'آد نرنجن' يعني اصل نرنجن يعني ست پرش جنهن بابت هن پوڙيءَ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

